# ارشاد نامون



تصنيف

حضرت مخدوم فضل الله شاهہ قلندر رحہ صوفي القادري

ترتيب

حضرت مخدوم نوراللہ شاهہ صوفي القادري

مترجم: حافظ عطائي

درگاهہ مُعليٰ جهوڪ شريف

# ارشاد نامون

تصنيف

حضرت مخدوم فضل الله شاهه قلندر رحه

ترتيب ۽ تدوين

حضرت مخدوم نور الله شاهه رحه

ترجمو

حافظ عطائي

درگاهه معلي جهوڪ شريف

# حق ۽ واسطا اداري وٽ محفوظ


| | |
|---|---|
| ڪتاب: | ارشاد نامون |
| موضوع: | تصوف |
| مصنف: | مخدوم حضرت فضل الله شاهه قلندرؒ |
| مرتب: | مخدوم حضرت نورالله شاهؒ |
| مترجم: | حافظ عطائي موبائل نمبر 0347-3903593 |
| زيرِسرپرستي: | صوفي شاهه عنايت شهيدؒ اڪيڊمي جهوڪ شريف. |
| ڇاپو پهريون: | قلمي نسخي جي صورت ۾ سنه 1225ھ |
| ڇاپو ٻيون: | قلمي نسخي جي صورت ۾ سنه 1364ھ |
| ڇاپو ٽيون: | 2002ع |
| ڇاپو چوٿون: | سال 2011 |
| تعداد: | هڪ هزار |
| ڪمپوزنگ: | ايس اينڊ ايس ڪمپوزرس لاڙڪاڻو 4045325 |
| ملڻ جا هنڌ: | خدمتگار ڪاميٽي جهوڪ شريف. |
| | موبائل نمبر: 0345-3537572 |
| | فقير بشير احمد جتوئي، لاڙڪاڻو. |
| | موبائل نمبر: 0300-3410305 |
| هديو: | 100/- |

ڇپائيندڙ:

## اهلِ فقراءِ لاڙڪاڻو.

# فهرست

| صفحو | تفصيل |
| --- | --- |

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# "پيش لفظ"

**اَلۡحَمۡدُ لِلّٰهِ الَّذِيۡ لاَ مَوۡجُوۡدَ فِيۡ دَارَيۡنِ وَلاَ مَقۡصُوۡدَ اِلاَّ هُوَ...**

شڪرانو الله جو، سواءِ الله جي ناهي ڪو موجود ٻن جهانن ۾ جوڳو عبادت.

مگر حمد ۽ صلواة بنا ڪنهن حد، پهريائين رسول الله صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم جن جي مٿان، سندس آل ۽ اصحاب ۽ خليفن جي، جن مڙني مٿئون راضپو آهي الله جو.

بعد حمد ۽ صلواة جي ڪجهہ ضروري اعلیٰ ذڪر، انسان ڪي مٿاهين درجي تي پهچائڻ لاءِ ۽ ڪيس مصروف رکڻ لاءِ، جيڪو مختلف قدسي ۽ نبوي حديثن ۽ مثنوي شريف جي بيتن جي روشنيءَ ۾ طريقت جي طالبن لاءِ بيان ڪجي ٿو.

۽ اهو سمورو احوال، اسان پنهنجي مرشد، هادي جيڪو هدايت ڪندڙ زماني ڪي (رسول ڪريم ﷺ) ۽ مرشد زمانہءِ وقت هدايت ڪندڙ، چونديل پڪن ڪاملن ۽ مڪملن ڪي هدايت جي راهہ ڏيکاريندڙ رهنما رسول الله ﷺ. مرشد اسان جو، غوث جهان جو حضرت شاهہ "قلندر" مخدوم شيخ شيخن جو "فضل الله شاهہ رحہ" قلندر صوفي القادري. پاڪ ڪيو الله جنهن ڪي.

مون جيڪو ڪجهہ ڪانئس ٻڌو، اُن الله جا ڳجهہ گيڙو ڏيکيندڙ مرشد ڪريمن ڪان، ان مرشد ڪريمن جي محفل ۾ موجود رهيس هميشہ پوري هوش حواسن سان، منهنجي ان مرشد جي طاقت جو ڀيو ڪوبہ ياڳي پائيوار نہ آهي.

خاڪسار بيمقدار پانهو

**نورالله شاهہ رحہ**

**(سنہ 1225هہ)**

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

# ”دُعــائيہ الــفاظ“

هيءَ ڳالهہ لاريب في الحقيقه آهي تہ سنڌ، صوفين جي سرزمين آهي. ڇاڪاڻ تہ سنڌ ۾ ڪيترن ئي ولين ۽ بزرگن مذهبي مت ڀيد ڪان مٿاهون ٿي، امن ۽ اخوت جو درس عام ڪيو. انهن اوليائن مان سنڌ جو صوفي بزرگ حضرت صاحب شاهہ شهيدؒ المعروف شاهہ عنايت الله شهيدؒ جن سرّفهرست آهن.

هي اُها هستي آهن، جنهن، سنڌ جي تاريخ ۾ سڀ ڪان پهريائين لفظ ”صوفي“ کي متعارف ڪرايو، ۽ عملي طور تي پنهنجي ذات مان ظاهري طرح ساداتُ ڏانهن منسوب ڪيل ذات کي ختم ڪري انجي جاءِ تي فقط ”صوفي“ جو لفظ استعمال ڪيو. جيڪا روايت اڄ ڏينهن تائين سندن خاندان ۾ قائم آهي.

حضرت صاحب شاهہ شهيدؒ جن 1130 هجريءَ ۾ وقت جي آمرن خلاف ”**جو ڪيڙي، سو ڪائي**“ جو علم بلند ڪري، مظلوم عوام جا هڏ ڏوڪي بڻيا. جنهن جي نتيجي ۾ پاڻ، پنهنجي ياءُ، پائٽي ۽ هزارن جي تعداد ۾ فقراء جي جان جو نذرانو پيش ڪيو.

سندن شهادت ڪانپوءِ ڪيترائي علمي ۽ قلمي نسخا شهيد ڪرايا ويا. ڪجھ عرصي ڪانپوءِ سندن ئي خاندان سان وابستہ قطب الا قطاب، سراج السّالڪين مخدوم حضرت فضل الله شاهہؒ قلندر المعروف داتا پير سائين جن تجديد واحياء تصوّف جي ٻيڙي جا ناڪئا ثابت ٿيا.

وقت بوقت حضرت داتا پيرؒ پاران ٽيندڙ ڪچهريون نصيحتون ۽ هاديءَ جي هدايتن کي سنڌن نندي ياءُ حضرت مخدوم نوراللهؒ شاهه جن ملفوظات جي صورت ۾ "ارشاد نامون" جي نالي سان سنه 1225ھ ۾ مرتب ڪيو. جنهن ڪانپوءِ بہ "ارشاد نامون" کي بہ پيرا نئين ترتيب ڏئي قلمي نسخي جي صورت ۾ حق جي طالبن لاءِ پيش ڪيو ويو.

سنہ 2002ع ۾ هن ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ سادو ترجمو ڪري فقراء جي فيض لاءِ ڇپائي عام تہ ڪيو ويو پر پهرين ڇاپي ۾ ڪجهه ادبي طرز جي کوٽ محسوس ڪئي وئي، جنهن کي پوري ڪرڻ لاءِ لاڙڪاڻي جي اهل فقراءِ طرفان نئين سري سان سهڻي ڪوشش ڪئي وئي آهي تہ جيئن ارشاد نامو صحيح ڪتابي صورت ۾ فقراءَ تائين پهچي.

سنڌن فڪر، ساراهه جوڳو آهي ۽ فقراء جي دنيا ۾ اهو هڪ بهترين قدم آهي.

خدا پاڪ لاڙڪاڻي جي فقيرن کي ان عمل جو اجُر ڏيندو پر ان سان گڏوگڏ اها ڳالهه بئي اهلِ فِڪرِ واري فقراء لاءِ مقام رغبت پڻ آهي.

ڏٽي دَرُ دُعا آهي تہ شاهه شهيدؒ ڪين بهرو ڏئي ۽ سمورن اهل فقراءِ کي ارشاد نامي تي عمل جي توفيق عطا فرمائي........ آمين!

فقير عطاءالله

**حضرت صاحب ڪريم**

درگاهه پاڪ جهوڪ شريف

# "مترجم پاران"

خبر ناهي جو اهو وقت سعادت وارو هو، يا وقت لاءِ آءٌ سعادت مند هيس جو، جڏهن شهنشاهِ زمانه، مالڪ الملڪ، ۽ قادرِ تقدير حضرت **"صاحب ڪريم" قدس سرهٗ ودامت برڪاتهم العاليه مد ظلهٗ** جن جا پاڪ پيغامات پهچڻ جو آغاز ٿيو، جن مان هڪ حڪم هي به هيو ته مان سندن خدمت ۾ حاضري ڀري اهم معلوماتي ڪتاب مطالعي لاءِ پڻ حاصل ڪريان.

اهڙي سعادت ماڻڻ لاءِ سائين پُنهل فقير ساٿ ڏنو، جيڪو هر نوڪي طالب لاءِ مُنهندار جو ڪردار ادا ڪندو رهي ٿو. ڇاڪاڻ ته ڪيس تمام گهڻي وقت کان حضرت صاحبن ڪريمن جي قربداري جي سعادت حاصل آهي.

نيٺ اهو وقت به اچي ويو جو آءٌ پُنهل فقير سان گڏ سندن حويلي پاڪ ۾ حاضري ڀري. ۽ انوقت پاڻ اهڙي ته مِهَر ڪرڻ فرمايائون، جو مونکي ڪجهه ڪتاب ذاتي مطالعي لاءِ ۽ ڪن ڪتابن جي ترجمي ڪرڻ جون هدايتون ڏيڻ فرمايائون، سندن اشاري جي نزاڪت کي محسوس ڪندي مون لاڙڪاڻي جي اهلِ فقراءَ خصوصاً "فقير بشير احمد جتوئي" سان هن ڪتاب جي نئين سر ترجمي ۽ ڇپائي جو مشورو ڪيو، جنهن بنا ڪنهن دير جي، نه رڳو اهڙي سعادت حاصل ڪرڻ جي حامي ڀري، پر اصرار ۽ ايلاز ڪيا ته هن ڪارِ خير ۾ تاخير نه ٿيڻ گهرجي.

هن ڇاپي ۾ مختلف جاين تي بريڪيٽ ۾ ڏنل لفظ يا جملي، (مترجم) مان اهو سمجهيو وڃي ته

موضوع جي مناسبت سان مون پنهنجي ذاتي خيال ۽ حضرت صاحبن ڪريمن سان سندن حڪم، هدايت ۽ مشورن سان قرآني آيتون، حديثون ۽ ڪجهہ بيت پڻ شامل ڪيا آهن، جيڪي قلمي نسخي جو حصو نہ هيا.

اهڙيءَ ريت ترجمي دؤران فارسيءَ جا ڪي اهڙا جملا پڻ سامهون آيا جن جو سولو ترجمو ممڪن نہ هيو ان ڪري ارشاد نامي جي پراڻي ڇاپي جيڪو فقير راز علي صوفي القادري سبزپوش جن ترجمو ڪيو آهي ان مان مدد حاصل ڪئي وئي آهي.

خاص ڳالهہ اِها آهي تہ ڪتاب ۾ موجود انساني وجود جو اهو نقشو جنهن جي ٻنهي پاسن کان پاڪ پيغمبر ﷺ جن جو ذاتي اسم مُبارڪ "مُحَمَّد" ۽ انسان جي سِرَ يعني متي ۾ لفظ "الله" چٽيل آهي، اهو نقشو پڻ حضرت صاحبن ڪريمن پاڻ عنايت ڪندي حڪم فرمايائون تہ "هن نقشي کي ڪنهن خاص اهڙي جاءِ تي ڇاڻايو وڃي تہ جيئن عام قاريءَ کي مُحب ۽ محبوب يعني (اللهؒ ۽ محمد ﷺ) جي محبت جو فلسفو سمجهہ ۾ اچي وڃي." اهو نقشو هن ڪتاب جو خاص حُسن ۽ زينت آهي.

پڙهندڙن کي گذارش تي ڪجي تہ جنهن بہ عبارت يا جاءِ تي ڪين ڪا بہ غلطي نظر اچي تہ ان کي مترجم جي غلطي يا ڀل چُڪ سمجهندي پنهنجي راءِ کان آگاهہ ڪن تہ جيئن ايندڙ ڇاپي ۾ ان کي درست ڪيو وڃي.

فقير حافظ عطائي
صوفي القادري
لاڙڪاڻو

اهو وقت وڏو بختن وارو هو جنهن گهڙي جهوڪ پاڪ جي سرزمين تي حضرت سائين پير زاهد شاهہ ڪلانؒ جي گهر ۾ ننڍي ۾ ننڍو فرزند ۽ هن ڪتاب ارشاد نامي جو مُؤلف ۽ مُرتب حضرت سائين مخدوم نورالله شاهہؒ جن تولد ٿيا. سندن ولادت جي تاريخ ۾ ڪجهہ تضاد سامهون آيا آهن، هڪ روايت موجب پاڻ 1198هہ ۾ پيدا ٿيا، چاڪاڻ تہ سندن ڪل عمر 29 سال ٻڌائي وڃي ٿي، جنهن ڪي درگاهہ جهوڪ پاڪ جا موجوده سجاده نشين ۽ حضرت صاحب ڪريم جن هن دليل سان مسترد ڪن ٿا تہ ”مخدوم حضرت نورالله شاهہؒ جن جا گيسو مبارڪ جيڪي تبرڪ طور تي محفوظ آهن اهي 80 فيصد چاندي نما يعني اڇا آهن، جنهن مان اهو محسوس ٿئي ٿو تہ سندن ظاهري عمر 55 کان 60 سال هوندي ۽ سندن پاران ٻيو دليل هي آهي تہ حضرت داتا پير سائين فضل الله شاهہ قلندرؒ تقريبن 1215هہ ۾ جهوڪ پاڪ ڇڏي، ڪنبير سيال جي ڪوهہ تي رياضت لاءِ هليا ويا هئا ۽ پاڻ اتي ۽ ڪجهہ ٻين علائقن ۾ 12 کان 14 سال رياضت ڪرڻ فرمايائون، هاڻي جيڪڏهن حضرت مخدوم نورالله شاهہؒ جن جي وصال وقت عمر 29 سال هئي، جيڪا 1227هہ ۾ ليکي وڃي ٿي حضرت داتا پير جي جهوڪ پاڪ ڇڏڻ وقت، سندن عمر 13 سال ليکبي، ۽ ٻئي پاسي حضرت مخدوم نورالله شاهہؒ جي پيش لفظن مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ هن ڪتاب لکڻ ۾ کين تقريبن 20 سال کان مٿي عرصو لڳو هوندو، جيڪا سندن عمر ئي نہ آهي، ان ڪري غالب گمان اهو آهي تہ حضرت مخدوم نورالله شاهہؒ جن 55 کان 60 سالن جا هئا، ۽ سندن تاريخ ولادت 1170هہ جي لڳ ڀڳ ٿئي ٿي. پاڻ رياضت جي

خيال سان جهوڪ پاڪ چڙهي وڃي خيرپور ضلعي جي نارو تعلقي جي شهر ڦاراڙي ۾ رهيا، هي ڳوٺ لغاري قبيلي فقيراڻي جي حوالي سان مشهور آهي، ان ڳوٺ جو چڱو مڙس محترم خادم حسين لغاري ۽ ٻيا جهونا فقراء حضرت مخدوم نورالله شاهؒ بابت هي روايتون ٻڌائن ٿا ته ”اهي پنهنجي وڏڙن کان اها ڳالهه ٻڌندا آيا آهن ته ڦاراڙي ڳوٺ کان ڏکڻ طرف مين روڊ سان لڳ، اولهه طرف جي 8 يا 10 قدمن جي مفاصلي تي جتي هينئر سائين ولي محمد ترابؒ سجاده نشين درگاهه تجل شريف جو آستانو آهي اتي 1215هه ۾ داتا پير حضرت فضل الله شاهه قلندرؒ جي جهوڪ پاڪ ڇڏڻ کان فورن بعد حضرت مخدوم نورالله شاهؒ جن به جهوڪ پاڪ ڇڏي ڦاراڙي ڳوٺ هليا ويا جتي پاڻ چلو ڪاٽيائون ۽ اهو چلو ايترو ته سخت هيو جو بيان ڪندي لڳ ڪانڀارجي وڃن ٿا، چاڪاڻ ته اتي به ڪنڊيون هيون جيڪي اڄ ڏينهن تائين موجود آهن، پاڻ چلي دؤران رات جي وقت سومهڻي جي نماز کان پوءِ پنهنجي فقراء کان پنهنجا وار يعني گيسو مبارڪ جيڪي تمام ڊگها هوندا هئا اهي ڪنڊيءَ سان ٻڌرائي ڇڏيندا هئا ته جيئن سڄي رات ذڪر دؤران متان ننڊ جو جهوٽو نه اچي وڃي ۽ صبح جو سڄ ايرڻ کانپوءِ سندن حڪم جي مطابق گيسو مبارڪ کوليا ويندا هئا، پاڻ جڏهن چلو پورو ڪيائون ته ٻئي ڏينهن تي هڪ خنجر ساڻ ڪري ڦاراڙي شهر ۾ اچي هي هوڪو ڏنائون ته ”آهي ڪو عشق جو ٻڪرو؟“ اهو هوڪو ٻڌي، هڪ هندو سوناري جو معصوم نينگر جيڪو 8 يا 10 سالن جو هو، پنهنجو ڪنڌ جهُڪائي اچي پيش پيو ۽ چيائين ته ”قبلا! ٻڪرو حاضر آهي“ حضرت مخدوم نور الله شاهؒ صاحب نه ڪئي هم، ۽ نه ڪئي تم، هڪدم گردن تي خنجر جو هنيائونس ته نينگر جي منڍي سندس ڌڙ کان ڌار ٿي وئي اهو لقاءُ ڏسي بازار ۾ موجود سمورا دوڪاندار هيڏانهن هوڏانهن ڀڄي ويا.

جڏهن ته نينگر جو پيءُ پنهنجي پٽ کي قتل ٿيندي ڏسي افسوس، ڏک، ڪاوڙ ۽ عجب وچان اتي بيٺو رهيو، نينگر کي قتل ڪرڻ کان پوءِ پاڻ فرمايائون ته ”افسوس، صد افسوس! خدا پرست تمام ٿورڙا آهن ۽ نفس پرست تمام گهڻا آهن“ ۽ پوءِ پاڻ حضرت مخدوم نور الله شاهه رحه صاحب جن، ان ڇوڪري جو سر ڪٽي سندس ڌڙ سان لڳائي فرمايائونس ته ”اُٿ پٽ ۽ اچ ته ٻئي هلئون!“ اهو هندو ڇوڪرو هڪدم زنده ٿي اٿي بيٺو ۽ ڪلمو پاڪ پڙهي مسلمان ٿيو، جڏهن ته ٻئي پاسي اهو سمورو منظر نينگر جو پيءُ ڏسي رهيو هيو، جيڪو ايتري قدر ته متاثر ٿيو جو هڪدم اچي حضرت مخدوم نور الله شاهه رحه صاحب جي خدمت ۾ پيش ٿيو ۽ چيائين ته ”قبلا! اجان آهي هي عشق جو ٻڪرو ٻيو“ مخدوم نور الله شاهه رحه صاحب جن ڪيس ڏسي فرمايو ته، ”نه بابا وقت وقت جي ڳالهه آهي، هينئر ڪجهه به نه ٿيندو“ اهڙي ريت پاڻ ان نينگر کي وٺي ويا ۽ انهن ئي ڪندين جي پرسان جتي پاڻ چلو ڪاٽيو هيائون اتي وٺي آيا. چند ڏينهن ان نينگر سان گڏ اتي ئي رهيا جنهن کان پوءِ پاڻ جهوڪ پاڪ روانا ٿيا. جهوڪ پاڪ پهچي ٿورڙي عرصي کان پوءِ شاديءَ ڪرڻ فرمايائون شاديءَ جي وقت سندن عمر 50 سال جي لڳ ڀڳ هوندي، شاديءَ کانپوءِ سندن ٻه فرزند تولد ٿيا 1. سخي پير حضرت عزت الله شاهه رحه صاحب ڪريم 2. حضرت سائين رحمت الله شاهه رحه جوڳ ڏٽي.

اهڙي ريت حضرت مخدوم نورالله شاهه رحه جن 1227هه ۾ هي فاني جهان ڇڏي بقا جي جهان ڏانهن روانا ٿيا جنهن کان پوءِ ٻن سالن جي مختصر عرصي ۾ سندن وڏي ڀاءُ حضرت ابراهيم شاهه رحه (ثالث) جيڪي وقت جا صاحب ڪريم پڻ هيا جيڪي واصل بالله ٿيا ۽ حضرت ابراهيم شاهه ثالث کي نرينه اولاد ڪونه هئي جنهنڪري ان وقت حضرت مخدوم نور الله شاهه رحه جي وڏي فرزند سخي پير حضرت عزت الله شاهه رحه کي گاديءَ تي ويهاريو

ويو ۽ اڄ ڏينهن تائين سندن اولاد مان ئي جهوڪ پاڪ جي سجاده نشينيءَ جو سلسلو روان دوان آهي.

حضرت مخدوم نوراللہ شاهه رحہ جي حوالي سان فقراء ۾ اهو بحث هلندو آهي ته پاڻ وقت جا سجاده نشين يعني صاحب ڪريم جي منصب تي فائز هئا. جيڪا ڳالهه بلڪل غلط آهي، پر اصل ڳالهه اها آهي ته حضرت مخدوم نوراللہ شاهه رحہ جن پنهنجو گهڻو وقت حضرت داتا پير سائين فضل اللہ شاهه قلندر رحہ جي صحبت ۾ گذاريو، اهو ئي سبب آهي جو پاڻ پنهنجي هن ئي ڪتاب ”ارشاد نامي“ ۾ تذڪرو ڪندي فرمائن ٿا ته ”مون جيڪي ڪجهه پنهنجي مرشدن، ڪريمن ۽ هاديءَ کان ٻڌو اهو سڀ ڪجهه 3 مقالن جي صورت ۾ حق جي طالبن لاءِ سمورو مواد سهيڙي پيش ڪيو آهي ته جيئن طالبن کي تصوف ۽ سلوڪ جي راهه سولائيءَ سان سمجهه ۾ اچي وڃي.“ ان کان علاوه سندن ٻيو ڪتاب ”درد نامو“ آهي، جيڪو پڻ حضرت مخدوم فضل اللہ شاهه قلندر رحہ المعروف داتا پير جي نصيحتن ۽ هدايتن تي مبني آهي ۽ انهن ڪتابن کان علاوه ”بيسر نامو“ پڻ سندن جي حوالي سان منسوب آهي يعني بيسر نامي جي ترتيب ۽ تدوين به پاڻ ڪئي هئائون. حضرت مخدوم نوراللہ شاهه رحہ جن جي ولادت جو سال مستند روايتن مان معلوم نه آهي ان ڪري محققن کي ان ڳالهه جي تحقيق ڪرڻ گهرجي ته درگاهه جهوڪ پاڪ سان وابسته 3 وڏن ڪتابن جي مؤلف ۽ مُرتب ڪرڻ واري هستي جي ولادت واري تاريخ آخر معمو ڇو بڻيل آهي؟

صوفي ذوالفقار علي ”من“ ستاري
درگاهه تجل شريف
ضلعو خيرپور

# مخدوم حضرت فضل الله شاهه قلندرؒ جن جي سوانح حيات بابت ڪجهه اهم معلومات

سندن نالو فضل الله شاهه ؒ ولد پير محمد زاهد شاههؒ ڪلان (جيڪي درگاهه پاڪ جا ٻيو نمبر گادي نشين پڻ هئا). حضرت داتا پير سائينؒ جن، حضرت صاحبن شهيدنؒ، جي پاءُ حضرت مخدوم صوفي محمد شاههؒ المعروف ”نالي چڳو“ جي اولاد مان آهن.

حضرت پير محمد زاهد شاههؒ ڪلان، ڪي ٽي گلاب جا گُل ها، وڏي گُل جو نالو حضرت ابراهيم شاههؒ هيو جيڪو وقت جي سجاده نشيني جي حضرت صاحب ڪريم جي منصب تي فائز هيو. پاڻ وقت جي ان صاحب ڪريم جا ٻيو نمبر برادر هيا، سندن ننڍي ڀاءُ جو نالو مخدوم حضرت نورالله شاههؒ هو، جيڪي هن ڪتاب جا صاحبِ ترتيب ۽ تدوين آهن.

حضرت داتا پير سائين جن جي ولادت باسعادت بابت ڪا به مستند روايت ملي ناهي سگهي، پر قياس آرائيون ان ڳالهه تي مستحڪم آهن ته پاڻ 1183هه بمطابق 1769-70ع ڌاري جهوڪ پاڪ جي ننڍڙي وسنديءَ ۾ تولد ٿيا، جيڪا هن وقت تعلقه ميرپور بٺوري ضلعه ٺٽه ۾ واقع آهي.

سندن حسب نسب، شاهه شهيدؒ جن تائين ڪجهه هن ريت رسي ٿو. محترم صوفي فضل الله شاههؒ قلندر بن محمد زاهد شاههؒ ڪلان بن ابراهيم شاههؒ (ڊپ وارو) بن نالي چڳو شاههؒ، بن مخدوم فضل الله شاههؒ (شاهه عنايت الله شهيدؒ جن جو والد گرامي).

سندن نالي جي نسبت، حضرت صاحبن شهيدن جي والد گرامي مخدوم فضل الله شاهہ رحہ جن سان موسوم آهي. پاڻ قلندري ۽ سخاوتي صفتن سبب داتا قلندر جي لقب سان معروف هئا. طريقت جي حوالي سان سندن سلسلي جي نوراني نسبت ڪجهہ هن ريت آهي: صوفي فضل الله شاهہ قلندر رحہ بيع علي اليد پير محمد زاهد شاهہ رحہ ڪلان وبيع عَلَي اليد محمّد ابراهيم شاهہ رحہ (ڏڀ وارو) وبيع عَلي اليد مخدوم سيد اسماعيل شاهہ رحہ وهو البيع عَلي اليد صوفي شاهہ رحہ عنايت الله شهيد رحہ جهوڪ شريف.

سندن سوانح عمري جي حوالي سان فقير قادر بخش "بيدل" روهڙي وارو پنهنجي تصنيف انيس المساڪين عرف راحت السالڪين ۾ هن طرح رقم طراز آهن:

"داتا شاهہ قلندر رحہ پنهنجي ٻالڪپڻ ۾ ئي ڏٽيءَ تعاليٰ سان سڌيءَ ريت واڳيل هئا".

14 سالن جي ڄمار ۾ سندن اندر ۾ اهڙي تہ اپٽار ٿي جو ڪين ميرانپور (جهوڪ شريف) مان انخلاء ڪري وڃي پراڻي ميرانپور ۾ عبادت ۽ رياضت ۾ مستغرق ٿيا. جتان وري شاهہ ديوا جي ماڳ ويا جيڪو ٽنڊو غلام علي جي ڀرسان واقع آهي. ان جاءِ تان روحانيت جون موجان ماڻي وري 40 ڏينهن دلوريءَ ۾ وينا، جنهن ڪانپوءِ وري هڪ مهينو ساماري ۾ رهيا ۽ اتان وري ٽي مهينا ڪنگريءَ ۾ وڃي ترسيا اهڙيءَ ريت ڪنگري ڪانپوءِ ٽنڊو منا خان (سانگهڙ) ڀرسان ڪنبير سيال جي ڪوهہ تي ساڍا ٻارهن سال عبادت ۽ فڪر ۾ فنا ٿيا.

پاڻ هن جاءِ تي ڪيترن ئي فقراء ۾ فيض ونديائون سندن مريديءَ ۽ خادمي جي حلقي ۾ نه رڳو مسلمان، پر غير مسلم فقراء جو وڏو انگ شامل هو.

17 ذوالحج 1227هه بمطابق 22 ڊسمبر (1812)ع تي سندن نندي ڀاءُ يعني هن ڪتاب جو صاحب تاليف ۽ ترتيب مخدوم حضرت نور الله شاهه رح جن واصل باالله ٿيا، جنهن ڪانپوءِ بن سالن جي مختصر عرصي ۾ شاهه قلندر رح جا وڏا ڀاءُ حضرت صاحب ڪريم مخدوم ابراهيم شاهه رح جن 21 محرم الحرام 1229هه بمطابق 13 جنوري 1814ع ۾ بنا ڪنهن نرينه نور جي بقاباالله ٿيا، هاڻي درگاهه پاڪ تي فقراء جي سار سنڀال لاءِ گهر جو ڪو به وڏو فرد موجود نه هيو.

اهڙي صورتحال ۾ درگاه جي معمر فقراء جي مشوري سان سندن نندي ڀاءُ ۽ ارشاد نامون جي مؤلف جي گلاب جي گُل حضرت ميان عزت الله شاهه رح ثاني جن کي درگاهه پاڪ جي سجاده نشيني ۽ صاحب ڪريم جي منصب تي ويهاريو ويو. انهن ڏينهن ۾ حضرت داتا پير سائين جن ڪنبير سيال جي ڪوهه تي عبادت ۽ رياضت ۾ محو هيا.

سائين عزت الله شاهه رح جن جي ظاهري طرح ڪم عمري سبب درگاهه پاڪ جي معمّر مريدن، صوفي صادق شاهه رح جن کي گذارش ڪئي ته قبله! اوهان ئي حضرت داتا پير سائين جن جي خدمت ۾ اسان سان گڏ هلو ته کين عرض رکجي ته درگاهه پاڪ تي فقراء کي

سنيالڻ وارو ڪو وڏو ماڻهو ڪو نہ آهي اوهان فقراء جي رهبري لاءِ جهوڪ پاڪ ۾ رهائش پذير ٿيو، فقراء جي اها راءِ حضرت صوفي صادق شاهؒ جن ڪي ڏاڍي وڻي، پاڻ فقراء جي وڏي وفد ڪي ساڻ ڪري ڪنبير جي ڪوهہ تي پنهنجي رهبر مرشد هادي ڪامل جي خدمت ۾ پهتا، جتي درگاهہ جهوڪ شريف ۾ رهندڙ سندن خاندان جي اڪيلائپ ۾ سجاده نشين صوفي عزت الله شاهؒ "سخي پير" جي پالڪپڻي بابت ڪين ٻڌايو ويو ۽ صوفي صادق شاهؒ سميت سيني صوفي طالبن سائين فضل الله شاهؒ جن کي التجا ڪئي تہ هاڻي سندن هتي رهڻ ڪان، درگاهہ جهوڪ پاڪ تي رهڻ وڌيڪ بهتر آهي ڇاڪاڻ تہ حويلي پاڪ جي ننڍڙن ٻارڙن ڪي ۽ صوفي خاندان جي ماڻهن ڪي درگاهہ جهوڪ پاڪ تي سندن سخت ضرورت آهي. انهيءَ لاءِ پاڻ درگاهہ جهوڪ پاڪ تي هلي رهن ۽ سيني لاءِ ڇپر ڇانو بڻجن. آخر صوفي صادق شاهؒ جي گهڻي اصرار ۽ نياز نوڙت ڪانپوءِ پاڻ درگاهہ جهوڪ پاڪ تي هلڻ لاءِ راضي ٿيا ۽ درگاهہ ڏانهن هلڻ لاءِ ڏينهن مقرر ڪرڻ فرمايائون. اها ڳالهہ هُلي وئي تہ حضرت داتا پير جهوڪ شريف وڃڻ جون تياريون ڪري رهيا آهن جنهن ڪانپوءِ اتي هر طرف ڪان اچي صوفي فقير گڏ ٿيا، جن ۾ مسلمان توڙي هندو ڌرم سان تعلق رکندڙ فقير، امير توڙي غريب سڀ شامل هئا. ڪيترائي شاهوڪار، جاگيردار پنهنجي اُنن گهوڙن جا سنج سون ۽ چاندي سان سينگاري آيا هئا، تہ ڪيترا غريب جن وٽ اپرا ڏٻرا گهوڙا هئا، سي بہ پنهنجي حال آهر نيون پراڻيون رليون ۽ ڪپڙا رکي ڪاهي آيا هئا،

وري سوين ماڻهو بنا سواري وارا بہ هئا جيڪي پيادل هلڻ لاءِ تيار ٿيا بيٺا هئا.

هر ماڻهوءَ کي اُن مقرر ڏينهن جو انتظار هيو جنهن ڏينهن تي حضرت شاهہ رح قلندر جهوڪ پاڪ وڃڻا هئا، سمورا شاهوڪار، جاگيردار سيٺيون ۽ سردار انهيءَ آس ۾ بيٺا هئا تہ من ڪو مرشد سندن وهٽ سواري لاءِ ڪتب آڻي ڪو شرف بخشي، هر هڪ پنهنجي پنهنجي وهٽ کي ٻچڪاري ۽ ٿڦڪي هٿي ڏسي رهيو هو تہ ڪا سينگار ۾ ڪسر نہ رهجي ويئي هجي.

آخر انتظار جون گهڙيون ختم ٿيون ۽ سائين فضل الله شاهہ رح قلندر جن صوفي صادق فقير ۽ لوڙاهو فقيرن سميت لوڙهي کان ٻاهر نڪتا، انساني اجتماع ۾ چرپر پيدا ٿي، سيٺين ۽ جاگيردارن پنهنجي نوڪرن کان گهوڙن جا لغام وٺي پنهنجي هٿ وس ڪيا ۽ سيني ۾ اها ڪشمڪش هئي تہ پنهنجو وهٽ اڳيان ڪري تہ جيئن سائين ڏسي من ان کي پسند ڪري ۽ پنهنجي سواري لاءِ ڪتب آڻي. پر سائين فضل الله شاهہ رح قلندر فرمايو تہ پاڻ جهوڪ شريف جي درگاهہ تائين فقيرن سان گڏ پيرن پنڌ پيادو سفر ڪنداسين. ان فيصلي تي سڀئي صوفي فقراء پريشان ٿيا تہ سائين پيادو نہ هلن. آخر فقيرن جي گهڻي اصرار کان پوءِ پاڻ ”بختو“ نالي سوڍي فقير جي گهوڙي تي چڙهي جنهن کي زين بہ ڪان هئي فقط رلي رکيل هيس، امير مريدن جا پلا قيمتي گهوڙا، جيڪي سونهري سنجن سان سجايل هئا انهن تي نہ چڙهيا. اهڙي طرح گهڻا فقير حيران ٿيا ۽ خاص طور تي اميرن پنهنجي سوچ ۽

گمان ڪان سائين داتا قلندر جي خيال ڪي مختلف ڏنو. سيئي مريد پنهنجي رهبر جي فيصلي کي آمنّا صدقنا چئي سفر تي نڪتا، انهن مان گهڻا امير ۽ جاگيردار ته اهڙا هئا جن سڄي حياتي پنڌ سفر ئي ڪو نه ڪيو هو، پر مرشد سان محبت ۽ عقيدت، احترام سبب اهي پيرن پنڌ هلڻ لڳا. ان وقت فقير صوفي صادق شاهہؒ به سڄي فقراء سان پيرين پنڌ سفر شروع ڪيو ۽ سائين فضل الله شاهہؒ جن جي اڳيان راڳ شروع ڪيو ساڻس گڏ ان وقت جو مشهور معروف سارنگي نواز شيرل فقير مڱڻهار پنهنجي سارنگي وڄائڻ شروع ڪئي ۽ صوفي صادق شاهہؒ جي هي صدا (وائي) ڳائڻ لڳا.

## صدا

تلهہ: ڪرهل ڪين ڪڏايو، هيڏي هوڏي ڪرهل ڪين ڪڏايو.

1. آءٌ پيادي پنڌ گهڻو، مون ڏي واڳ ورايو.
2. ڏکي ڇڏيو نه ڏونگرين، نيئي محب ملايو.
3. نياپو نينهن گاڏو ان، پرينءَ کي پهچايو.
4. رهيو صادق سپرين، هي تان لڪ لنگهايو.

اهڙي ريت منزل به منزل ڪندا، جڏهن بلڙي شاهہ ڪريم ڳوٺ وٽ آيا تڏهن وري هي صدا (ڪلام) ڳائڻ لڳا.

# صدا

تلھ: سرتيون ڪريو سينگار، جانب آيو جوءِ ۾.

1. اکين آگم لائيا، جھڙ ڦڙ جھڙ جھٽڪار.
2. هارين هَرَ ڪڙا ڪيا، تاڙي ڪئي تنوار.
3. وڻ ٽڻ ولين چانئيان، لٿو ڏيھ ڏڪار.
4. صادق مليو سڄڻين، جي سِڪيون سپ ڄمار.

آخر پاڻ منزلون ڪندا اچي حضرت صاحبن شهيدن جي جهوڪ شريف جي ساليانی ميلي دوران ٽيندڙ شام واري سماع جي ڪچھري واري ميدان ۾ پهتا ۽ ان ڪانپوءِ شاھ شهيدرح جن جي مزار مبارڪ جي حاضري ڀري. جنهن ڪانپوءِ ميرانپور جهوڪ ۾ هڪ حجري ۾ رهڻ لڳا، اُتي وڏي تعداد ۾ مريد ۽ طالب گڏ ٿيا. جن مان ڪيترائي سفر جا ساٿي پڻ شامل هئا ۽ ڪافي تعداد ۾ ٻين هنڌن کان ٻيا فقير پري پري کان شاھ قلندررح جو ٻڌي زيارت لاءِ ڪهي آيا ان وقت درگاھ جهوڪ شريف ۾ ميلي وارو منظر محسوس ٿي رهيو هو.

**صوفي فضل الله شاھرح قلندر ۽ درگاھ جهوڪ شريف جي سجاده نشيني:**

صوفي فضل الله شاھرح قلندر ڪي ڪجھ ليکڪن درگاھ جهوڪ شريف جو سجاده نشين لکيو آهي، ۽ ڪيترائي درگاھ جا مريد ۽ عقيدتمند بہ کين سجاده نشين سمجھند آهن، پر شاھ قلندر داتا پير جن ظاهري طور تي سجاده نشين نہ رهيا هئا.

جيئن تہ شاھ قلندر جو والد حضرت پير محمد زاهد شاھ ڪلان 17 صفر 1216ھ ۾ وفات ڪري ويو

تہ سندس وڏي فرزند ابراهيم شاهہؒ کي جهوڪ شريف درگاهہ جو گادي نشين بڻايو ويو، جيڪو شاهہؒ قلندر جو وڏو ڀاءُ هيو. صوفي ابراهيم شاهہؒ ثالث (ٽيون) 21 محرم الحرام 1229هہ بمطابق13 جنوري 1814ع ۾ هي فاني جهان ڇڏي بقا ڏانهن راهي ٿيا. سندن ننڍو ڀاءُ نوراللہ شاهہؒ سندن حياتي ۾ ئي 1227هہ ۾ يعني تقريبن ٻہ سال اڳ هي جهان ڇڏي چڪا هئا. جيئن تہ صوفي ابراهيم شاهہؒ ثالث کي ۽ حضرت شاهہؒ قلندر جن کي پٽ ڌيئرن اولاد ڪو نہ هو. جڏهن تہ سندن ننڍي ڀاءُ حضرت نوراللہ شاهہؒ کي ٻہ فرزند هئا، جن ۾ وڏو عزت اللہ شاهہؒ "سخي پير" ۽ ننڍو رحمت اللہ شاهہؒ جوڳ ڏٺي هيا.

داتا شاهہؒ قلندر ڪنبير سيال جي ڪوهہ تي رهندا هئا. انهيءَ ڪري نوراللہ شاهہؒ جي وڏي فرزند کي ستن سالن جي عمر ۾ گادي نشين بڻايو ويو. جنهن ڪري حضرت داتا شاهہؒ قلندر جهوڪ شريف ۾ رهڻ مناسب سمجهيو، ۽ درگاهہ توڙي خاندان جو سمورو بار پاڻ سنڀالڻ لڳا. اهڙي ريت حضرت صاحبن شهيدن جي درگاهہ تي ماڻهن جا هجوم اچي گڏ ٿيا.

## مريد ۽ طالب:

حضرت صوفي عنايت اللہ شاهہؒ شهيد جن جي حلقي ۾ وڏي تعداد ۾ ماڻهو شامل هئا. هي درگاهہ سنڌ ۾ تصوف جو وڏو مرڪز رهي آهي. حضرت شاهہ شهيدؒ جي تصوف جي تعليمات کان عام ماڻهو حضرت داتا پير سائين فضل اللہ شاهہ قلندرؒ جي وسيلي سان ئي متاثر ٿيندا رهيا آهن. شاهہ شهيدؒ کان پوءِ خاص طور تي شاهہ قلندرؒ جي زندگيءَ ۾ تمام گهڻا ماڻهو سندن پيغام کان متاثر ٿي شاهہ شهيد جي تصوف واري حلقي ۾ شامل ٿيا.

صوفي شاهہ قلندرؒ وٽ هرقسم جي خيال ۽ فڪر وارا ماڻهو ايندا رهيا ۽ پنهنجو فڪر ۽ خيال ڇڏي داتا شاهہ قلندرؒ جي فڪر ۽ پيغام جا پيروڪار بڻجي، سندن روحاني شخصيت جي جادو ۾ جڪڙجي ويا، اهڙين هستين ۾ پنهنجي وقت جا وڏا محدث، مفسر، عالم، فاضل، ملان، قاضي ۽ ٻيا ڪيترائي معتبر ماڻهو شاهہ قلندر جي فڪري منڊ ۾ منڊجي ويا، ۽ هٺ ۽ وڏائي تقویٰ ۽ تڪبر، عزت ۽ شهرت، شان ۽ شوڪت، مال ۽ ملڪيت ڇڏي بدنامي جو بار سِرتي سهي، صاحب لولاڪ سرور ڪونين جي صاحبي ۾ سرخرو ٿيا. انهن ماڻهن جو تعلق شاهہ شهيدؒ جي سلسلي سان قائم رهيو، اهڙي ريت شاهہ شهيدؒ ۽ حضرت داتا شاهہ قلندرؒ جو فيض ۽ فڪر پڙي پڙي تائين ڦهلجندو رهيو.

حضرت صوفي فضل الله شاهہ قلندرؒ جا هونئن تہ وڏي تعداد ۾ مريد ۽ طالب هئا پر هت ڏيگهہ جي ڊپ کان چند مشهور بزرگ هستين جا نالا هيٺ ڏجن ٿا.

**1. فقير محمد صديق المعروف صوفي صادق شاهہؒ**
**2. قاضي عبدالله 3. پريو فقير سومرو 4. موٺو فقير حجام 5. يوسف شاهہ 6. پوڄو فقير هندو 7. پوڄو فقير مينگهواڙ 8. پائيخان نظاماڻي 9. عالم خان نظاماڻي 10. جعفر فقير نانگور 11. بختو فقير سوڍر 12. پائي چانڊورام 13. محمد علي جلالاڻي 14. محرم جلالاڻي 15. دلو فقير لاشاري 16. عطر فقير لاشاري گنداواهہ 17. نورنگ فقير جلالاڻي 18. صوفي عبدالحي نقشبندي وغيره.**

## ملفوظات:

حضرت صوفي فضل الله شاھہ قلندرؒ ظاهري توڙي باطني علم کان چڱي ريت باخبر ۽ هڪ ڪامل رهبر پڻ هيا مريدن، طالبن ۽ معتقدن جي پنهنجي حياتي ۾ سني ۽ سهڻي طريقي سان رهبري ڪيائون، پاڻ هن فاني جهان کان برقعو مٽائڻ بعد بہ باطني طرح پنهنجي طالبن جي رهنمائي جاري رکيائون ۽ ظاهري طور تي بہ قلمي صورت ۾ ڪتاب ڇڏي ويا جن ۾ شاھہ قلندر جي تعليمات ۽ فڪر سمايل آهي. سندن هي ڪتاب جنهن جو نالو ”ارشاد نامون“ آهي جيڪو تصوف جي اهم پهلوئن کي پڌرو ڪري ٿو. ارشاد نامو حضرت شاھہ قلندرؒ جي فڪر ۽ منزل کي ظاهر پڻ ڪري ٿو. هن ارشاد نامي بابت ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ”راڳ نامو“ نالي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ ”حضرت فضل الله شاھہؒ قلندر سلوڪ ۽ طريقت، اذڪار ۽ افڪار کان تمام گهڻا باخبر هيا. سندن ملفوظات ۽ سالڪانہ نڪات کي حضرت صوفي نورالله شاھہؒ فارسي ۾ ”ارشاد نامي“ جي نالي سان مرتب ڪيو. هي ڪتاب ارشاد نامون صوفي فضل الله شاھہ قلندرؒ جي علم ۽ فضل جو آئينو آهي“.

حضرت داتا شاھہ قلندرؒ ڏانهن منسوب هڪ ٻيو ڪتاب ”درد نامو“ پڻ درگاھہ جي ملڪيت آهي هن ڪتاب بابت ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پڻ سنا رايا ڏنا آهن ”درد نامو“ اهو ڪتاب آهي جنهن ۾ فقراء کي درد، درد، درد چئي خطاب ڪندي سلوڪ جا مختلف زاويا سمجهايا ويا آهن.

سنڌ جو هي سالڪ معرفت جو مالڪ، صوفين جو سرواڻ سائين فضل الله شاھہ قلندرؒ 27 جمادالثاني 1243ھہ بمطابق 15 جنوري 1828ع ۾ دارالفنا کي ڇڏي دارالبقا ڏانهن راهي ٿيا.

سندن مزار مبارڪ جهوڪ شريف (ضلعو ٺٽو) ۾ حضرت صاحبن شهيدن جي روضي مبارڪ جي پرسان ڏکڻ طرف چوڪنڊي ۾ واقع آهي. جتي هر سال 27 جمادالثاني تي وڏو ڏهاڙو ملهايو ويندو آهي جنهن ۾ وڏي تعداد ۾ سندن مريد طالب ۽ عقيدتمند گڏ تي حاضري ڀريندا آهن، ان موقعي تي 3 راڳ (ٽي پيرا راڳ) بغير سازن جي ٿيندا آهن، جنهن ۾ حضرت داتا شاهه قلندرؒ جي مشهور وڏي خليفي صديق فقير المعروف صوفي حضرت صادق شاهه رح جو راڳ نامون (ڪلام) درگاهه جهوڪ شريف جي سجاده نشين يا ولي عهد جي حاضريءَ ۾ وڏي عقيدت ۽ احترام سان ڳايو وڃي ٿو. شاهه شهيد جي ساليانې ميلي ڪانپوءِ جهوڪ شريف ۾ هي ڏهاڙو سڀ کان وڏي ڏهاڙي طور ملهايو ويندو آهي. جنهن ۾ مريد ۽ عقيدتمند، سنڌ توڙي سنڌ کان ٻاهران جهوڪ شريف ۾ روحاني سڪون جي حاصلات لاءِ کهي ايندا آهن.

صوفي حضرت فضل الله شاهه قلندرؒ جي وصال (وفات) جي قطع تاريخ سنڌ جي مشهور ۽ معروف صوفي عالم ۽ بزرگ شاعر حضرت فقير قادر بخش بيدلؒ روهڙي واري فارسيءَ ۾ هن ريت لکي آهي.

چون حضرت شاه فضل الله صوفی * قلندر وقت سلطانی معانی

زہی مظہر تجلیات بیچوں * زہی مشہد فیوضات عیانی

زہی ساقی کہ در میخانہ عشقش * ہزاراں مست از جام نہانی

نگاہش مبتدی را وصل ذاتی * ز فیضش منتہی در کامرانی

مکمل مرشد و سرتاج خاصاں * بروں زد خیمہ زیں معمار فانی

بدار سلطنت باہوت جائش * نشستہ بر سریر ہر جاودانی

بجستم سال معراجش دلم گفت * موحد عین حق منصور ثانی

حضرت داتا پير فضل الله شاهہ قلندرؒ جن جي شان ۾ سنڌ جي وڏي خليفي حضرت صوفي صادق شاهہؒ عقيدت جا گُل هن طرح نڇاور ڪيا آهن.

**صورت پانيم شيخ ڪي. معنيٰ مڙيوئي**
**تيو ثابت سيوئي، حق حقيقت جنهن ڪان**

هڪ ٻئي هنڌ هن طرح مدح خواني ڪئي اٿس.

**اپرنـدي ڪـان اپريـو، ڪـري گيـڙو گُـل،**
**هادي هـدايت جـو، سنڌن ڪـونهي ملهہ،**
**"صادق" ڳالهہ مَ سَل، فضل شاهہ فقير جي.**

هڪ ٽين جاءِ تي پنهنجي مرشد جي ساراهہ ڪندي فرمائي ٿو تہ:

**نـم نـوراني پيـر جا، نمـن وسـي نـور،**
**قلندر شاهہ ڪرم سان، پريو ڏئي پرپور،**
**منجهان نور ظهـور، وڻ ٻہ وجن واسيا.**

هڪ چوٿين جاءِ تي فرمائي ٿو تہ:

**هل ميرانپور مڱڻا، جت ڏاتر ڏئي ٿو ڏات،**
**ڪانہ پڇي ٿو ذات، جي آئيا سي اگهيا.**

سچ پچ پاڻ اها ذات هئا جنهن پڻ ڪيل انسانيت ڪي دگ لاتو ۽ بنا ڪنهن فرق جي فيض ونديو، اهو ئي سبب آهي جو جهوڪ شريف سان وابستہ سمورا فقراء مختلف ننڍين وڏين ذاتين سان منسوب هجڻ جي باوجود ميلن جي موقعي تي لافرق بين الغني والفقير جو ڏيک ڏيندا آهن ۽ هر ننڍي يا وڏي ڏهاڙي ۽ ميلي تي هندو توڙي مسلم بنا ڪنهن دين ۽ مذهبي فرق جي پنهنجي شيخ يا مطلوب جي

ديدار ۾ مَحوَ ۽ مست هوندا آهن، ڪين اِهو يقين آهي تہ هر دؤر جو صاحب ڪريم يعني سجاده نشين حضرت داتا پير سائين فضل الله شاهہ قلندرؒ جو روپ آهي موجوده سجاده نشين حضرت سائين صوفي عطاءُ الله ستاري قدس سره العزيز تہ اسان جي لاءِ سر سبحاني آهي جنهن جي توسط سان هن فقير، حقير کي حضرت داتا پير سائين فضل الله شاهہ قلندرؒ جي ملفوظات شريف يعني ارشاد نامي جي ترجمي جي سعادت نصيب ٿي آهي. مالڪن کان لاڙڪاڻي جي اهلِ فقراء جي باري ۾ وڌ ۾ وڌ دعا جي درخواست آهي.

**(صوفي فقير امداد علي لغاري جي ٿورن سان)**

**فقير حافظ عطائي**
**صوفي القادري**

# ارشاد نامون

”حضرت داتا پير سائين جن پنهنجي وقت جا وڏا ولي ۽ قلندر هئا ڪانئن مختلف وقتن تي جيڪي ڪجهه ارشادات، اقوال، الفاظ، يا جملا وغيره ڏنا ويا، ان کي حضرت سائين مخدوم نورالله شاهه رحه جن ٿن آسان مقالن جي صورت ۾ طالبانِ حق لاءِ ڪتاب لکي تيار ڪيو هو، ته جيئن پڙهندڙن کي مَلفوظات شريف جي پڙهڻ، سمجهڻ ۽ عمل ڪرڻ ۾ آساني ٿئي، جيڪو هن ريت آهي“. (مترجم)

## مقالو پهريون

(الف) پير ۽ مرشد يا مطلوب کي پاڻ ۾ ڳولهڻ.
(ب) پوري سچائي سان مطلوب يعني مرشد جا آداب بجا آڻڻ.
(ج) هر قسم جي حرام کان هر وقت پرهيز ڪرڻ ۽ توبه ڪرڻ.
(د) حلال ذريعن سان پورائو ڪرڻ.
(هه) تورو کائڻ
(و) تورو سمهڻ
(ز) تورو ڳالهائڻ
(ح) هيڪلائي يعني تنهائي اختيار ڪرڻ.
(ط) بند رکڻ پساهه جو يعني دم سان ذڪر هلائڻ.

## مقالو ٻيون

(الف) بشري
(ب) مَلڪي
(ج) حقي

## مقالو ٽيون.

(الف) ذڪر ۾ مشغول رهڻ.
(ب) ارشاد
(ج) بشري، ملڪي ۽ حقي جي فنائيت

## مقالو پهريون

### تلاش مرشد

هندو مذهب جي حوالي سان گيتا ۾ لکيل آهي تہ:- طالب کي گهرجي تہ سڀ کنهن ملڪ جو سير ڪري هر شهر ۽ هر گهر ۽ هر ماڻهوءَ کان هي معلوم ڪري تہ اهڙو ڪو سچو مرد "هادي" جيڪو نفس جي هوس ۽ حرص کان مڪمل آزاد هجي، سندس رب سان رشتو مضبوط هجي جڏهن ڪيس اهڙي هستي هٿ اچي تہ پوءِ انکي يقين جي نظر سان معبود (الله) ۽ مقصود (رسول ﷺ) جي ذات سمجهي سجود ڪري.

جيئن قرآن پاڪ ۾ آهي تہ:- وَاِذْ قُلْنَا لِلْمَلٰٓئِكَةِ اسْجُدُوْا لِاٰدَمَ فَسَجَدُوْٓا اِلَّآ اِبْلِيْسَ، اَبٰى وَاسْتَكْبَرَ وَكَانَ مِنَ الْكٰفِرِيْنَ ۽ جنهن وقت اسان چيو ملائڪن کي تہ سجدو ڪريو آدم کي، پوءِ سجدو ڪيو انهن (سمورن) پر ابليس انڪار ڪيو ۽ وڏائي اختيار ڪئي، بيشڪ هو ڪافرن مان ٿي پيو. (سورة بقره آيت نمبر 34)

اهڙي ريت مثنوي شريف ۾ مولانا رومي رحہ جن فرمائن ٿا تہ:-

1. آن ولي آور ڪہ قطب عالمست
   جان جان، جان جان آدمست
2. سجده آدم رابيان سبق اوست
   سجده آور مغز راپيوست پوست

3. سجده خود رامیکند هر لحظۂ او
سجده پیش آئینہ ازبهر او
4. چون آنا ئي بنده راشد از وجود
پس چہ مانند تو بیندیش چهود

1. يعني اهو ولي آڻ (ڳولهي لهہ) جيڪو جهانن جو قطب آهي، ساهہ پساهہ آدم جو آهہ.
2. آدم کي سجدو ڪرڻ سندس پاران ٻڌايل پهريون سبق آهي، سجدو بجا آڻڻ سواءِ پيشانيءَ جي بيڪار آهي ڇاڪاڻ تہ ان ۾ ئي نهٺائي يعني نياز ۽ نوڙت رکيل آهي.
3. هر وقت اهو سجدو پاڻ کي ئي ڪندو آهي، پنهنجي اڳيان آرسي (آئينو) رکي پوءِ ڪيس سجدو ڪري ٿو.
4. اهڙي ريت انسان الله جي آرسي آهي، جنهن ۾ ڏسڻ سان خود حق ڏسجڻ ۾ ايندو آهي.

اهو سڀ تڏهن حاصل ٿيندو، جڏهن هستي ٻانهي جي جسم يعني وجود مان ختم ٿي ويندي.

اي انڪار ڪندڙ! هاڻي تون ئي ٻڌاءِ تہ تو وٽ ڇا بچيو؟ يا ڇا رهيو؟ جو انڪار ڪرين!

”مرشد جي تلاش جي حوالي سان قرآن پاڪ جي سورة مائده جي آيت نمبر 35 ۾ الله تعاليٰ هي ارشاد فرمايو آهي تہ:

**يٰاَيُّهَاالَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡ اتَّقُوااللّٰهَ وَابۡتَغُوۡٓا اِلَيۡهِ الۡوَسِيۡلَةَ وَ جَاهِدُوۡا فِيۡ سَبِيۡلِهٖ لَعَلَّكُمۡ تُفۡلِحُوۡنَ۝**

يعني اي ايمان وارؤ! الله کان ڊڄو ۽ سندس بارگاهہ تائين پهچڻ جو وسيلو تلاش ڪريو ۽ انهيءَ راهہ ۾ جدوجهد ڪريو تہ جيئن توهان کي ڪاميابي حاصل ٿئي.

هن آيت سڳوري ۾ سڀ کان **پهريون** شرط ايمان آهي، ڇاڪاڻ تہ هن آيت جو خطاب ئي مؤمن آهن. **ٻيو** شرط تقويٰ آهي، ڇاڪاڻ تہ تقويٰ هڪ اهڙو احاطو آهي، جيڪو امر جي اطاعت، ۽ نواهي کان اجتناب (پاسو ڪرڻ) کان علاوه ٻين نيڪيءَ جي ڪمن لاءِ اهم ترين شرط آهي. يعني انهن ٻنهي شين کانسواءِ تقويٰ جو مفهوم نامڪمل آهي. **ٽيون** شرط وسيلي جي تلاش ڪرڻ آهي ۽ اهلِ فڪر جي نزديڪ وسيلي مان مراد مرشد ڪامل آهي. **چوٿون** شرط **(وَجَاهِدُوۡا فِيۡ سَبِيۡلِهٖ)** يعني ڪامل مرشد جي نگراني هيٺ سلوڪ جو منزلون طئي ڪرڻ آهي.

متي ڄاڻايل **چئني** شرطن جي پورائو کانپوءِ انسان کي سندس ظاهري زندگيءَ ۾ ڪاميابيءَ جي ضمانت جو سرٽيفڪيٽ ڏنو ويو آهي.“ (مترجم)

هڪ حديث پاڪ ۾ پڻ آيو آهي تہ:-

**مَنۡ لاَّ شَيۡخَ لَهٗ، فَشَيۡخُهُ الشيۡطٰنِ**

يعني جنهن شخص جو ڪو مرشد نہ آهي، انجو مرشد شيطان آهي. هڪ ٻي روايت ۾ آهي تہ:-

**اَلنَّاسُ عَارِفُوۡنَ بِهَاءِ الۡحَيَاةِ لاَ يَقۡدِرُ اَحَدٌ اَنۡ تَشۡرِبَهٗ اِلاَّ بِيَدِ الۡمُرۡشِدُ الۡكَامِلُ.**

يعني ماڻهو آب حياة کي خوب سڃاڻيندڙ آهن، پر انهن جي مٿان ڪنهن قدرت يا ڪنهن ڪامل مرشد جو هٿ نہ آهي.

"شاهہ ولي الله محدث دهلوي پنهنجي رسالي "المكية" ۾ لکيو آهي تہ (**إِنَّ التَّوَالُدُ وَالتَّنَاسِلُ الصُّوَرِيَ لاَ يَحْصِلُ بِغَيْرِ الْوَالِدِ وَالْوَالِدِهِ كَذَالِكَ التَّوَالُدُ الْمَعْنَوِيَ حَصُوْلَهٗ بِغَيْرِالْمُرْشِدُ مُتَعَذِّرَ قَالَ فِيَ رِسَالِهِ الْمَكِيَّة مَنَ لاَشَيْخَ لَهٗ فَالشَّيْطَانُ شَيْخَهٗ**).

يعني جهڙي ريت انسان جو ظاهري طرح ڄمڻ جو سلسلو سندس والدين کانسواءِ ناممکن آهي، تيئن انسان جي روحاني، باطني پيدائش ۽ ترقي بہ سندس ڪنهن شيخ کانسواءِ ممڪن نہ آهي، هن پنهنجي رسالي (المكيہ) ۾ لکيو آهي تہ جنهن جو ڪو مرشد نہ آهي ان جو مرشد شيطان آهي.

(**الانتباهہ في سلاسل اولياءالله 33**" (مترجم).

مثنوي شريف ۾ مولانا جلال الدين رومي رحہ فرمائن ٿا تہ:-

آن امام حیؓ قائم آن ولی، * خواہ از نسلے عمرؓ خواہ از علیؓ

بندہ یکمرد روشن دلشوی * بہ کہ ہر فرق سر شاهان روی

1. يعني اهو امام جيئرو ۽ قائم ولي آهي، چاهي حضرت عمرؓ جي نسل مان هجي يا حضرت علي عليہ السلام جي حسب نسب مان.
2. اهڙو روشن دل وارو مرد ٻانهو پوءِ اُهو بادشاهہ ئي ڇو نہ هجي جيڪڏهن توکي مرشد جي صورت ۾ ملي وڃي تہ آداب وارا شرط بجا آڻ،

چاڪاڻ تہ الله پاڪ، وليءَ جو نالو ولي ئي رکيو آهي ۽ انکي پنهنجون صفتون عطا ڪيائين. بشري برقعي ۾ ڍڪي پوءِ ڪيس ظاهر ڪيائين، ۽ ان جي اک (آدم) مان پنهنجي مرشد کي ڏسو، جيڪو اوهان کي پاڻ ڏانهن تو ڇڪي، جنهن جو مثال طوطي جي اڳيان آرسي رکڻ آهي، يا جيئن مئل پکي، پاڻيءَ ۾ پاڻيءَ جي مٿان ترندو آهي، جيڪو بہ ماڻهو مئل پکي جيان شڪار ٿيو، اهو جيڪڏهن يقين واري نظر سان ڏسي تہ ڄڻ بادشاهہ جو شڪار ٿيو.

۽ هونئن بہ الله پاڪ پنهنجي ٻانهن مان ئي ڪجهہ ٻانهن کي مٿاهون درجو بخشي، اولياءِ ڪرام جي صورت ۾ ظاهر ڪندو آهي، ۽ پوءِ ڪجهہ سببن جي ڪري کين ڳجهو رکندو آهي، جيئن مخلوق يلي منڪر ٿئي ۽ سندن گلا ڪري يُلجي پوي، پر تون ان کي سڃاڻ.

جيئن هڪ روايت ۾ آيو آهي تہ **اِنَّ اَوْلِيَائِي تَحْتَ قَبَائِي لَا يَعْرِفُهُمْ**. بيشڪ اولياء ڪرام منهنجي ڪُڙتي هيٺان آهن يعني انهن کي مون کان سواءِ ٻيو ڪوبہ نٿو سڃاڻي، هڪ ٻي روايت ۾ آيو آهي تہ:-

**اَلْفَقْرُ عِنْدَ اللهِ زُيْنَ وَعِنْدَالنَّاسِ**

يعني فقيري صفت الله پاڪ وٽ، ماڻهن جي پيٽ ۾ وڏيڪ پسنديده شيءِ آهي.

اهو ئي سبب آهي جو اولياء الله خلق جي نظر ۾ سجيا، چريا، ظاهري طرح بي دين ۽ بين مختلف هزارين عيبن سان مشهور هوندا آهن، پر طالب کي گهرجي تہ انهن کي يقين واري اک سان ڏسي ۽ پنهنجي مطلوب جي بي دينيءَ کي نج دين ۽ انجي لامذهبيت ۽ گمراهيءَ کي عين سڌي واٽ پنهنجي مرشد جي ڄاڻي.

ڇاڪاڻ تہ عشق جو مذهب ٻين سمورن مذهبن کان منفرد ڄاڻ ۽ عاشق جو مذهب ۽ دين فقط خدا تعاليٰ جي ذات آهي.

جيئن مثنوي شريف ۾ مولانا رومي رحہ فرمايو آهي تہ:-

ملتِ عشق ھمہ ملتہا جُداست * عاشقاں راملت ومذہب خداست

آں طرف کہ عشق بے افزوددرد * بوحنیفہ، شافعی درس نہ کرد

مردحاجی ہمہ حاجی طلب * خواہ ہندوخواہ ترک ویاعرب

يعني عشق جو ملت ۽ مذهب ئي جدا آهي،
عاشقن جو دين مذهب خدا آهي،
ان طرف تہ فقط عشق ئي درد کي وڌائي ٿو.
ابو حنيفہ يا شافعي تہ اهو ڪونہ پڙهايو هو.
حاجي تہ فقط حج جي راهہ جا خواهشمند هوندا آهن.
پوءِ ڀلي اهي هندستاني هجن، ترڪي هجن يا عرب سڀڳورا هجن.

ايمان گهٽ وڌ نہ ٿيندو آهي، ڪنهن بہ قيرائڻ واري سببن سان. مرشد جا مڙئي عيب صواب، طالب جي نظر ۾ چڱايون هجڻ گهرجن، توڙي جو عام ماڻهو انکي کهڙي بہ نظر سان ڏسي. حديث پاڪ ۾ مرشد جي تعظيم بابت هن قسم جا الفاظ آيا آهن:

**مَنۡ اَعۡرَضَ عَنِ الشَّيۡخُ الۡكَامِلِ فَقَدۡ اَعۡرَضَ عَنِ النَّبِيِّ ﷺ وَمَنۡ اَعۡرَضَ عَنۡ مُرۡشِدُ الۡكَامِلِ مِنَ النَّبِيِّ فَقَدۡ اَعۡرَضَ عَنِ اللهِ وَمَنۡ اَعۡرَضَ عَنِ اللهِ فَهُوَ كَافِرًا وَ مُنَافِقًا وَ نَصۡرَانِيَاً وَ يَهُوۡدِيًا اَلۡقَاهُ اللهُ تُصَلِّيۡ مَعَ الۡكَافِرِيۡنَ فِيۡ النَّارِ لَاخَلَاصَ لَهٗ دَائِمًا.**

يعني جنهن بہ پنهنجي ڪامل مرشد کان مُنهن موڙيو، بيشڪ ان ڄڻ تہ نبي ڪريم ﷺ جن کان منهن موڙيو ۽ جنهن بہ نبي ڪريم ﷺ جن کان مُنهن موڙيو، ان ڄڻ تہ الله کان مُنهن موڙيو ۽ جنهن بہ الله کان مُنهن موڙيو اهو ڪافر آهي، منافق آهي ۽ يهودي، نصراني آهي، الله پاڪ اهڙي ماڻهوءَ کي ڪافرن سان گڏ جهنم ۾ داخل ڪندو جنهن مان هو ڪڏهن بہ آزاد نہ ٿيندو.

هڪ ٻي روايت ۾ هي الفاظ ارشاد فرمايل آهي:

**"مَنۡ اَعۡرَضَ عَنِ الشَّيۡخُ فَقَدۡ اَعۡرَضَ مِنِّيۡ وَمَنۡ اَعۡرَضَ مِنِّيۡ فَهُوَعَلُوِّيۡ"**

جنهن بہ پنهنجي مرشد کان مُنهن موڙيو ان ڄڻ تہ مون کان مُنهن موڙيو، ۽ جنهن مون کان مُنهن موڙيو، اهو منهنجو دشمن آهي.

”روحاني جمر ۽ ترقي جي حوالي سان تصوّف جي سلسلي جا باني پاڪ پيغمبر ﷺ آهن، جڏهن تہ اصحابي سڳورا ۽ اصحاب صفہ اسلامي تصوّف جي سلسلي جا پهريان طالب آهن، جيڪي پنهنجي مطلوب ۽ مرشد يعني نبي ڪريم ﷺ جي تعظيم جي حوالي سان لاحد ۾ داخل هئا. ان سلسلي ۾ حضرت ابو جحيفہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ:

**قَالَ خَرَجَ عَلَيْنَا النَّبِيّ ﷺ بِالْهَاجِرَه فَاتِيَ بِوُضُوْء فَتَوَضَّاَ فَجَعَلَ النَّاسِ يَاخُذُوْنَ مِنَ فَضَلِ وُضُوْئِهٖ فَيَتَمَسَّحُوْنَ بِهٖ.**

يعني پاڻ سڳورا ﷺ ٻن پهرن جي وقت تشريف فرماتيا تہ سندن لاءِ وضو جو پاڻي حاضر ڪيو ويو، پوءِ سندن وضوءَ جي بچيل پاڻيءَ مان عام ماڻهو پنهنجي چهري ۽ اکين کي پاڻي هڻي فيضياب ٿيا.“ (مترجم)

مرشد جي تعظيم جي حوالي سان مولانا رومي رحمه الله جو هي بيت پڻ وڏي معنيٰ رکي ٿو:-

ابلهاں تعظیم مسجد میکند * در جفائے اهل دل جد میکند
ایں حقیقت آں مجاز یست ای نادان * نیست مسجد جز درون سروراں
چوں خدا خواهد کہ پردہ کس درد * میلش اندر طعنۂ پاکاں زند

1. بي عقل ماڻھو مسجد جي تہ تعظيم تا ڪن، پر ٻئي پاسي اولياء الله جي دلين کي رنج رسائڻ ۾ مصروف آھن.

2. اي نادان، ھن حقيقت کي چو نہ ٿو سمجھين تہ ولين جي دل ئي مسجد آھي. ورنہ مسجد تہ سرن کان سواءِ ٻيو ڪجھہ بہ نہ آھي.

3. جيڪڏھن خدا ڪھري تہ پردو ڪنھن ماڻھوءَ جو ڦاڙي، يعني سندس مت ڪسي، پوءِ اھڙو ماڻھو فقط الله وارن جا عيب تلاش ڪرڻ جي خواھش رکندو آھي. ھڪ ٻي ھنڌ ھي بيت آيل آھي:

مسجد کے اندر درونِ اولیاءاست * سجدہ گاہ جملہ آنجاؤ خداست

در کشد مہ خاک درویشان بچشم * گہ کند آہنگ درویشان بخشم

جملہ عالم زیب سبب گمراہ شدند * انبیاء راہچوں خود پنداشتند

کارِ پاکان راقیاس خود میگیر * گرچہ باشد در نوشتن شَیر شِیر

لفظ مسجد، جيڪو عربي آھي، جنھن جي معنيٰ آھي سجدي جي جاءِ ۽ ٻيو ھي تہ مسجد کي ان ڪري مسجد تا چئون جو ان ۾ رب جي ٻانھپ ڪجي ٿي ۽ سجدي جي معنيٰ نوڙت ۽ نياز آھي، ھاڻي ان بيت جي معنيٰ ھي ٿيندي تہ:- اندر ولين جو بيت الله

آهي، جيڪو حقيقت ۾ رب پاڪ کي سجده ڪرڻ جي جاءِ آهي، اهي تہ ظاهري مسجدون آهن، اهڙي طرح جنهن بہ ماڻهو ولين جي دلين کي ڏکايو، ان ڄڻ تہ بيت الله يعني مسجد کي شهيد ڪيو، ۽ بي دين ٿيو، پر هي بي ديني حقيقي آهي، نہ ڪہ ظاهري.

مطلب تہ طالب کي گهرجي تہ حديث جي احڪامن مطابق مرشد جي باري ۾ پنهنجي دل کي سچائيءَ سان صاف ڪري پوءِ مُرشد جي حضور ۾ حاضر ٿئي ۽ ڪانئس خدا جي معرفت واري راه معلوم ڪري، ۽ سوال جواب مهل جيڪي آواز ۽ شغل، حرف ۽ نصيحتون سندس مرشد ڪان معلوم ٿين تن کي خدا جو ڪلام ڀائنجي، ۽ انهن سمورن ڳالهين کي پٿر تي نقش وانگر پنهنجي دل ۾ محفوظ رکي، اهڙيءَ ريت ظاهري طرح طالب ڪيترو بہ مرشد ڪان پري هجي پر سندس صورت مبارڪ کي پنهنجي دماغ ۾ محفوظ ڪري ڇڏي ۽ ڇهنين طرفن جا آداب ملحوظ رکي، يعني جنهن طرف سندس مرشد ۽ هادي جي رهائش هجي ان پاسي پير ڊگها نہ ڪري ۽ نہ ئي ان پاسي ڏانهن مُنهن ڪري ٿُڪ ڦٽي ڪجي ۽ نہ ئي ان طرف پيشاب وغيره ڪري ڇاڪاڻ تہ اهي سموريون شيون بي ادبي ۽ گستاخي آهن. طالب کي گهرجي تہ پنهنجي صورت ۽ سيرت، لباس ۽ لهجي کي مرشد جي مطابق بڻائي ڇڏي.

جنهن جاءِ يا ڪمري ۾ مرشد جي رهائش هجي، ان کي به هردم ذهن ۾ تازو رکي ۽ هميشه اهو خيال رکي ته مرشد جي روشنائي، سج جي روشني کان وڌيڪ آهي. اهو پڻ عقيدو ڌاري ته منهنجو مرشد منهنجي هر حال کان واقف آهي. ايتري قدر جو پنهنجي مرشد جي باري ۾ اهو عقيدو رکي ته ”هو“ ماڪوڙين جا آواز به ٻڌي ٿو. البته مريد پاران سندس ڪنهن ڪشف ۽ ڪرامت وغيره جو امتحان وٺڻ ڪفر ۽ بيوقوفي آهي، جيئن حضرت رومي رحہ چيو آهي ته:-

شيخ راڪو پيشوائي رهبراست

گر مريدان امتحان گير خراست

مرشد، جيڪو الله پاڪ جي طرفان مريدن لاءِ رهبر ۽ رهنما آهي. مريدن پاران سندس ڪو امتحان وٺڻ گڏهه هجڻ واري خصلت آهي.

طالب کي گهرجي ته جملي موجودات کي پنهنجي خيالن ۾ مرشد جو وجود ڄاڻي. جيئن مٿو مبارڪ آسمان، پير مبارڪ زمين، ۽ جيڪي ڪجهه زمين ۽ آسمان جي وچ ۾ آهن، اهي مرشد جي عضون جيان آهن، ۽ هر وقت ”الله“ جو لفظ اندر ۾ نقش ڪري، پوءِ جلد نظر ڦيرائي مراقبي ۾، اکين کي ڪليل رکي يا بند ڪري، پر سندس نگاهه جو مرڪز پنهنجو نڪ هجي، ۽ ان وقت اهو خيال ڪري ته اهو منهن مبارڪ منهنجي مرشد ڪريمن جو آهي.

جيڪڏهن مريد جيتوڻيڪ بادشاهه جو پٽ ئي چونه هجي پر جيستائين اهو پنهنجي تعلقات کي ظاهري توڙي باطني نموني پاڻ کي مرشد جي ذات ۾ فنا نه ٿو ڪري، تيستائين ”عين اليقين“ واري مشاهدي جي منزل تي نه ٿو پهچي سگهي.

## مشاهدي جا قسم

مشاهدي جا ٽي قسم آهن:-

(1) علم اليقين (2) عين اليقين (3) حق اليقين.

مثال طور تي پتنگ جڏهن ڏيئي يا موم بتي ۾ روشني ڏٺي ته ڪيس يقين ٿي ويس ته اها روشني شمع جي آهي، ته انکي ”علم اليقين“ چئبو.

پوءِ جڏهن شمع جي روشنائي ڏانهن منهن ڪيائين ۽ انجي تپش کي چکي ڏٺائين، ته ان شيءِ کي ”عين اليقين“ چئبو، اهڙي ريت جڏهن پتنگ شمع جي گرميءَ جي ماحول مان لطف اندوز ٿيندي پنهنجي وجود کي زخمي ڪيو ۽ ساڙي ڇڏيو ان کي ”حق اليقين“ چئبو آهي.

مطلب ته پنهنجي قول ۽ فعل ۽ خيال کي ڪنهن جو تابع بڻائڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم اهي، انهن سمورن شين کي پنهنجي مرشد جي اهڙو ته تابع ڪري ڇڏي جو جيڪڏهن سندس مرشد، ڏينهن کي رات چوي ۽ مئل کي زنده چوي ته مريد، پنهنجي اکين ڏٺي شيءِ

تي يقين ڪرڻ بدران مرشد جي زبان تي باور ڪري فقط ان ڪي سچو سمجهي، جيئن مثنوي شريف ۾ وصيعت واري باب ۾ رسول ڪريم ﷺ جن، حضرت علي ڪرم الله وجه کي وصيعت ڪندي مولانا رومي لکيو آهي ته:-

يا علي از جمله طلعات را * بر گزيدن تو سايه خاص الله

از همه طاعت اينت بهريدے سبق است * سبق يابي بر هر آنکه سابق است

دست اوراحق چوں دست خويش خوانه * يايد الله فوق ايديهم براند

گرچه کشتي بشکند تودم مزن * وائے چوطفلے راکشد تو مومکن

(مفهوم) ”اي علي! مڙني عبادتن جي واٽ کان، بيعت ڪرڻ واري واٽ، سيني کان اعليٰ ۽ ارفع آهي ڇاڪاڻ ته ان بيعت واري هٿ جي مٿان الله جو هٿ هوندو آهي.“ هي عبادت پلي زور آهي، اڳرائي لهين ان تي، جيڪي توکان اڳ آهن، هٿ انجي ڪي الله پاڪ هٿ سندو سڏيو آهي، هٿ الله پاڪ جو مٿان ان هٿ جي آهي. پوءِ جيڪڏهن مرشد ڇا به ڪري توڙي جو هو، ٻيڙي کي ڀڃي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ته به تون حضرت موسيٰ جيان پريشان نه ٿي ۽ جيڪڏهن تنهنجو مطلوب، حضرت خضر جيان ڪنهن ڇوڪر کي قتل ڪري ته تون ان تي حضرت موسيٰ جيان هرگز ڏک نه ڪر.

## ⁕خواجہ خضرؑ ۽ حضرت موسيٰؑ جي ملاقات⁕

”جيئن قرآن پاڪ جي سورة ڪهف جي، رڪوع 09 ۽ 10 ۾ الله تعاليٰ حضرت موسيٰؑ ۽ حضرت خضرؑ جي پاڻ ۾ ملاقات جو ذڪر ڪندي فرمايو آهي ته جڏهن انهن جي ملاقات ٿي ته حضرت موسيٰؑ حضرت خضرؑ کي چيو ته توکي الله پاڪ ”علم لدني“ عطا ڪيو آهي، جيڪڏهن مان ڪي گهڙيون اوهان جي صحبت اختيار ڪندي اوهانجو تابع ٿي رهان ته مونکي ان علم مان ڪجهه سيکاريندين؟ جنهن تي حضرت خضر عليہ السلام کيس جواب ڏيندي چيو ته:-

”قَالَ اِنَّکَ لَنۡ تَسۡتَطِيۡعَ مَعِيَ صَبۡرًا“

”تون مون سان صبر سان نہ هلي سگهندين“.

ڇاڪاڻ ته مان ظاهر ۾ ڪي اهڙا ڪم ڪندس، جيڪي تنهنجي شريعت ۾ نہ ڪرڻ جهڙا آهن، پوءِ تون برداشت نہ ڪندي ۽ بي صبرو ٿي پوندين. جنهن تي موسيٰ عليہ السلام چيو ته:-

**”قَالَ سَتَجِدُنِيۡٓ اِنۡ شَآءَ اللّٰهُ صَابِرًا وَّلَآ اَعۡصِيۡ لَکَ اَمۡرًا“**

”انشاءَ الله تون مونکي صبر ڪندڙ ڏسندين ۽ مان تنهنجي ڪنهن بہ ڳالهہ ۾ تنهنجي ڪابہ نافرماني نہ ڪندس.“

حضرت خضر عليہ السلام سندس آڏو هڪ شرط رکيو ته:-

**”قَالَ فَاِنِ اتَّبَعۡتَنِيۡ فَلَا تَسۡـَٔلۡنِيۡ عَنۡ شَيۡءٍ حَتّٰۤي اُحۡدِثَ لَکَ مِنۡهُ ذِکۡرًا“**

چگو پوءِ مون سان سفر دؤران ڪو بہ بحث مباحثو يا سوال جواب نہ ڪجانءِ جيستائين مان پاڻ ڪنهن راز واري ڳالهہ جو ذڪر نہ ڇيڙيان. اهڙي معاهدي ڪانپوءِ:

**فَانۡطَلَقَا حَتّٰيٓ اِذَا رَكِبَا فِي السَّفِيۡنَةِ خَرَقَهَا قَالَ اَخَرَقۡتَهَا لِتُغۡرِقَ اَهۡلَهَا لَقَدۡ جِئۡتَ شَيۡـًٔا اِمۡرًا"**

"پوءِ گڏجي هڪ ٻيڙيءَ ۾ چڙهيا تہ حضرت خضر عليہ السلام ٻيڙيءَ جي تري ۾ ڪنهن اوزار سان سوراخ ڪيو، جنهن تي حضرت موسيٰ عليہ السلام چيو تہ توهي ڇا ڪيو؟ سيني ٻيڙيءَ وارن کي ٻوڙڻ ٿو چاهين ڇا؟"

جنهن تي حضرت خضر عليہ السلام کيس چيو تہ مان توکي نہ چيو هو تہ تون مون سان گڏ صبر سان نہ هلي سگهندين. جنهن جي جواب ۾ حضرت موسيٰ عليہ السلام کيس عرض ڪيو تہ:

"**قَالَ لَا تُؤَاخِذۡنِيۡ بِمَا نَسِيۡتُ وَلَا تُرۡهِقۡنِيۡ مِنۡ اَمۡرِيۡ عُسۡرًا**" مون کان ڀُل چُڪ ٿي وئي، ان تي ايڏي پڪڙ نہ ڪر، مونکي هڪ ٻيو موقعو ڏئي. مان هاڻي ڪجهہ بہ نہ چوندس.

"**فَانۡطَلَقَا حَتّٰيٓ اِذَا لَقِيَا غُلٰمًا فَقَتَلَهٗ قَالَ اَقَتَلۡتَ نَفۡسًا زَكِيَّةًۢ بِغَيۡرِ نَفۡسٍ لَقَدۡ جِئۡتَ شَيۡـًٔا نُّكۡرًا**"

پوءِ ٻئي اڳتي هليا تہ حضرت خضر عليہ السلام هڪ ڇوڪر کي قتل ڪري ڇڏيو، جنهن تي حضرت موسيٰ عليہ السلام چيو تہ تو هن بيگناهہ کي

ڇا لاءِ قتل ڪيو؟ اهو تہ ڏاڍو خراب ڪم ڪيو اٿئي! وري بہ خضر عليہ السلام ساڳئي طرح کيس خبردار ڪندي چيو تہ، مان توکي نہ چيو هو تہ تون، مون سان گڏ نہ هلي سگهندي. وري ٻيهر بہ حضرت موسيٰ عليہ السلام ڪائنس معذرت ورتي ۽ چيو تہ هاڻي ٽيون ڀيرو جيڪڏهن توکان ڪو سوال ڪريان تہ تون ڀلي مونکي پنهنجي سنگت ۽ صحبت کان ڌار ڪجانءِ. جنهن کي حضرت خضر عليہ السلام قبول ڪيو ۽ اهڙي ريت:-

**”فَانۡطَلَقَا حَتّٰۤى اِذَاۤ اَتَيَاۤ اَهۡلَ قَرۡيَةِ ۨاسۡتَطۡعَمَاۤ اَهۡلَهَا فَاَبَوۡا اَنۡ يُّضَيِّفُوۡهُمَا فَوَجَدَا فِيۡهَا جِدَارًا يُّرِيۡدُ اَنۡ يَّنۡقَضَّ فَاَقَامَهٗ قَالَ لَوۡ شِئۡتَ لَتَّخَذۡتَ عَلَيۡهِ اَجۡرًا“**

پوءِ ٻئي اڳتي هليا، جڏهن هڪ ڳوٺ وٽ پهتا تہ انهن کان ماني گهريائون، پر ڳوٺاڻن ٻنهي کي ماني کارائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو، ان ئي ڳوٺ ۾ هڪ ديوار هئي جيڪا تمام زبون حالت ۾ يعني ڪِرڻ تي هُئي، حضرت خضر عليہ السلام ان ديوار کي ڪيرائي، ان کي ٻيهر تعمير ڪيو، جنهن تي موسيٰ عليہ السلام چيس تہ جيڪڏهن تون چاهين ها تہ ڳوٺ وارن کان ان ديوار جي مرمت جو معاوضو وٺين ها. جنهن تي حضرت خضر عليہ السلام کيس چيو تہ:-

**”قَالَ هٰذَا فِرَاقُ بَيۡنِىۡ وَبَيۡنِكَ‌ ۚ سَاُنَبِّئُكَ بِتَاۡوِيۡلِ مَا لَمۡ تَسۡتَطِعْ عَّلَيۡهِ صَبۡرًا‏ ۞ اَمَّا السَّفِيۡنَةُ فَكَانَتۡ لِمَسٰكِيۡنَ**

يَعۡمَلُوۡنَ فِي البحر فَاَرَدْتُّ اَنۡ اَعِيۡبَهَا وَكَانَ وَرَاءَ هُمۡ مَّلِکٌ يَّاۡخُذُ كُلَّ سَفِيۡنَةٍ غَصۡبًا ' وَاَمَّا الۡغُلٰمُ فَكَانَ اَبَوٰهُ مُؤۡمِنَيۡنِ فَخَشِيۡنَاۤ اَنۡ يُّرۡهِقَهُمَا طُغۡيَانًا وَّ كُفۡرًا ' فَاَرَدۡنَاۤ اَنۡ يُّبۡدِلَهُمَا خَيۡرًا مِّنۡهُ زَكٰوةً وَّاَقۡرَبَ رُحۡمًا ' وَاَمَّا الۡجِدَارُ فَكَانَ لِغُلٰمَيۡنِ يَتِيۡمَيۡنِ فِي الۡمَدِيۡنَةِ وَكَانَ تَحۡتَهٗ كَنۡزٌ لَّهُمَا وكان اَبُوهما صَالِحًا فَاَرَادَ رَبُّکَ اَنۡ يَّبۡلُغَاۤ اَشُدَّهُمَا وَيَسۡتَخۡرِجَا كَنۡزَهُمَا رَحۡمَةً مِّنۡ رَّبِّکَ وَمَا فَعَلۡتُهٗ عَنۡ اَمۡرِيۡ ؕ ذٰلِکَ تَاۡوِيۡلُ مَالَمۡ تَسۡطِعۡ عَّلَيۡهِ صَبۡرًا"

هاڻي تنهنجي ۽ منهنجي سنگت جو دنگ ٿيو، ۽ توکي انهن ٽنهي واقعن جي حقيقت ظاهر ڪري ٿو ٻڌايان، جنهن تي تون صبر نہ ڪري سگھيو آهين، انهي ٻيڙيءَ جو معاملو اهو آهي جو اها ڪن غريب ماڻهن جي هئي، جيڪي درياءَ ۾ محنت مزدوري ڪندا هئا، مان چاهيو تہ ان کي عيب دار ڪري ڇڏيان، ڇاڪاڻ تہ اڳتي هڪ اهڙي بادشاهہ جي حد هئي، جيڪو هر بي عيب ٻيڙي، زوري ڪسي وٺندو هو، رهيو اهو ڇوڪرو جيڪو پنهنجي سرڪشي ۽ ڪفر سان پنهنجي والدين کي تنگ ڪندو هو، تنهنڪري اسان چاهيو تہ سندن رب ان جي بدلي کين اهڙو اولاد ڏئي جيڪو اخلاق ۾ بہ ان کان ڀلو هجي، ۽ جنهن کان پنهنجي مٽن مائٽن جي حقن جي وڌ ۾ وڌ پوئواري بہ ٿي سگھي.

باقي ان يت جي ڳالھہ اها آهي تہ اها ٻن يتيم ڇوڪرن جي آهي، جيڪي انهيءَ شهر ۾ رهن ٿا، انهي يت جي هيٺان انهن ڇوڪرن لاءِ خزانو پوريل آهي، ۽ سندن پيءُ هڪڙو ڀلارو ماڻهو هو، تنهنڪري تنهنجي رب گهريو تہ اهي ٻئي ڀار بالغ ٿي ونن ۽ پنهنجو خزانو ڪڍن. مون اهو سڀ ڪجھہ تنهنجي رب جي ٻاجھہ سبب ڪيو آهي، مان ڪو پنهنجي مرضيءَ سان ڪونہ ڪيو آهي، اها اٿيئي انهن واقعن جي اصلي حقيقت جن تي تون صبر نہ ڪري سگهيو آهين!" **(مترجم)**

## *تعظيم مرشد*

مطلب تہ جيڪڏهن طالب کي پنهنجي مطلوب جي جيڪا ڳالھہ سمجھہ ۾ نہ اچي تہ انکي پنهنجي ناقص عملي سمجهي ۽ جيڪڏهن ڪانئس بڇڙائپ، بدڪاري يا منڌائي ٿي وڃي تہ ان ۾ پنهنجي ڪردار جي گهٽتائي ڄاڻي.

باقي جيڪي طالب هر ڳالھہ ۾ پنهنجي مطلوب ۽ مرشد جي چُڪ ڪڍن تہ انهن تي افسوس ئي ڪري سگهجي ٿو.

اهڙي ريت جيڪڏهن ڪنهن طالب جو مطلوب يا مرشد ظاهر ۾ توڙي جو مجذوب ۽ مستن جي قطار ۾ نظر اچي تہ مريد کي گهرجي تہ پنهنجي مطلوب جي باري ۾ اهو عقيدو رکي تہ سندس مرشد حق ۾ محو آهي، اهڙي حال ۾ بہ پوري سچائي ۽ دل جي حضور سان مطلوب کي واصل بالله ڄاڻندي سندس عبادت جي نيت سان خوب خدمت ۽ رياضت ڪري، ائين ڪرڻ سان طالب سدائين سرخرو رهندو.

* مريد لاءِ چڱائي ان ۾ آهي تہ هو پنهنجو عقل ۽ ڏاهپ فنا ڪري، ۽ پنهنجي هستي کي ختم ڪري، هر حال ۾ مرشد کي سچو سمجهي ۽ سندس احڪامن تي عمل کي ثواب ڄاڻي ادا ڪندو رهي، جيئن مولانا روميؒ فرمايو آهي تہ:-

**امر را ونهي را ميربين مدام * قبول انديش نہ رد اي غلام**

اي طالب! تون هر وقت پنهنجي مرشد جي امر جي اطاعت جي انتظار ۾ رهہ ۽ ڪڏهن بہ ان کي پٺي نہ ڏجانءِ.

"مولانا روميؒ ان سلسلي ۾ چا تہ خوب ارشاد فرمايو آهي.

*بمئے سجاد رنگین کن * گرت پیرے مغاں گوید۔*

يعني جيڪڏهن توکي پنهنجو پير مغان اهو حڪم ڪري تہ مصليٰ کي شراب سان ڳاڙهو ڪري ان جي مٿان نماز پڙهہ. تہ تون ائين ڪري ڇڏ." (مترجم)

جڏهن تو ائين ڪيو تہ پوءِ يقين ڄاڻ تہ، هاڻي طالب تي رنگ برنگي قسمن جون تجليون ڏسڻ ۾ اينديون ۽ مرشد کان سندس ڪابہ ڳالهہ ڳجهي ناهي، هو پنهنجي طالب جي هر ڳالهہ ۽ هر معاملي کان باخبر آهي. ۽ طالب کي گهرجي تہ هو پنهنجي اهل فقراء کي بہ مرشد جي صورت ڄاڻي، ڇاڪاڻ تہ اهل فقراء جو ڏسڻ، ڄڻ تہ مرشد جي نوراني صورت جو ڏسڻ آهي، اهو ان ڪري بہ جو اُهي پنهنجي وجود کي مرشد جي ذات ۾ فنا ڪري چڪا هوندا آهن هاڻي سندن نہ هڏا پنهنجا آهن، نہ گوشت ۽ نہ ڪي ڪل.

# ٭فنافي الشيخ جو مقام٭

طالب کي گهرجي تہ مرشد جي صورت کي گهڻو نظر ۾ رکي. ايستائين جو ڏينهن رات مرشد جي صورت طالب جي اڳيان پئي ڦري، ۽ پڻ مُنهن مبارک رنگ، جسم ظاهري منجهہ اخلاق ۽ افعال ۽ باطن مريد جو منجهي منجهہ صورت ٿي وڃي. پر حقيقت ۾ طالب خود ان شيءِ کي گهٽ محسوس ڪندو آهي.

مطلب تہ طالب پنهنجي مطلوب ۾ اهڙو تہ فنا ٿي وڃي جو، جيئن ڳئون جا پوڄاري ڳئون جي پوڄا بت جي پوڄا جيان تصور ڪندا آهن، جيئن بيبي زليخان کي جڏهن پياس لڳندي هئي تہ ان وقت هوءَ اهو ئي چوندي هئي تہ يوسف کي پاڻي ڏيو، جيئن مجنونءَ کي ليلا ڪانسواءِ ٻيو ڪوبہ نظر نہ ايندو هو.

مولانا روميؒ مجنون جي ان حالت کي هن طرح بيان ڪيو آهي:-

**ترسم اي فصا دگر فصلم کني * نيش را ناگا بر ليليٰ زني**
**گوئي کشتن از بهراوليٰ بود * عشق مولا کي کم از ليليٰ بود**

يعنيٰ، اي سِير چوڙيندڙ! جيڪڏهن مونکي سِير چوڙيندين تہ متان اوچتو ليليٰ کي نشتر هڻي.

چوين ٿو تہ ڪسڻ ان لاءِ ڀلو راز آهي،
ڀلا ليليٰ جو عشق، مولا کان گهٽ تہ نہ آهي.

”مريد جي ان ڪيفيت تائين پهچڻ کي، فنا في الشيخ چيو وڃي ٿو، جنهن جي باري ۾ مولانا رومي رح فرمايو آهي تہ:-

**من توشلم، تومن شدي * من تن شلم توجان شدي**
**تاڪس نگويد بعدازين * من ديگرم، تو ديگري**

مان، تون ٿي پوان، تون مان ٿي پئو، مان جسم ٿي پوان ۽ تون ساهہ ٿي پئو، جنهن ڪانپوءِ ڪو ائين نہ چئي سگهي تہ مان ٻيو آهيان ۽ تون ڪو ٻيو آهين!“ (مترجم)

## حلال حرام جي تميز ۽ جماع جو گهٽ ڪرڻ

اهڙي ڪيفيت ۾ مريد کي گهرجي تہ حرام کان توبہ ڪري ۽ چغلي، ڪوڙ، چوري، گلا ۽ زنا ڪاري کان پري رهي، ۽ مرشد جي اڳيان ڪا نشي دار شيءِ نہ واپرائي، جيستائين جيئرو رهي، انهن سمورن شين کان پاسو ڪري.

قناعت ۽ حلال تي قائم رهي، مجامعت ۽ مباشرت يعني زال سان گهڻي هم بستري ڪرڻ طالب لاءِ نقصان ڪار آهي. پر ضرورت جي وقت ٿورڙي گهڻي حق ادائگي درست آهي.

جيڪڏهن طالب ڇڙو يعني غير شادي شده آهي تہ هن طريقت ۾ گهڻو فيض حاصل ڪندو. پر جيڪڏهن طالب پرڻيل يعني شادي شده آهي تہ ڪيس گهڻي جماع کان پرهيز ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ مني

۽ رت ٻئي بدن جي نور جا جُزا ۽ هن وجود جو مغز آهن، جيڪي گهٽي جماع جي ڪري بي فائدي خرچ ٿين ٿا، ۽ انهن سببن جي ڪري، محبت شوق ۽ همٿ ۽ حوصلي ۾ گهٽتائي واقع ٿيندي آهي. تہ پوءِ طالب ڪهڙا مشاهدا ڪري سگهندو؟

ڪنهن ڪي بہ جيڪڏهن نئين شاديءَ جي خواهش ۽ حرص ٿئي تہ ڪيس گهرجي تہ ڏهن پندرهن ڏينهن ڪان پوءِ جماع ڪري ۽ ائين ڊگهي وقفي جي ڪري هو پنهنجي ڪراڙي ۽ پوڙهي زال ۾ نئين ڪنواري زال وارو لُطف ۽ لذت محسوس ڪندو.

مطلب تہ انهن ڳالهين جي طرف طالب کي گهڻو خيال وڌائڻ نہ گهرجي.

واصل حق جيڪڏهن ڇڙو يعني ڪنوارو آهي تہ انکي دل جي آزادي حاصل هوندي آهي، انجي مقابلي ۾ پرڻيل ماڻهو وڌيڪ محتاج ۽ گهريلو ضرورتن ۾ گرفتار ٿئي ٿو. هڪ هنڌ مولانا رومي رحہ فرمايو آهي تہ:-

بطہ حرص است و خروس آن شهوت است
جا مطاؤس ست وزاغ آن منصب است

بدڪ حرص آهي، ڪڪڙ شهوت آهي
مور مرتبو آهي ۽ ڪانو (ڪانگ) منصب آهي

طالب کي گهرجي تہ هڪ ڪتو اوني ٽلهو، جنهن کي وچان ڇهڪ مثل ڪفن جي ڳچي يا ڪنڌ ۾ وجهي يا اڳڙيون بازار مان چونڊي گوڏڙي ۾ وجهي.

* جيڪڏهن ڪيس نوان ڪپڙا پائڻ جو حرص پيدا ٿئي تہ ساڳيا پراڻا ڪپڙا جلديءَ ۾ ڌوئي پائي ڇڏي تہ جيئن ان مان نئين ۽ قيمتي ڪپڙي جي لذت حاصل ڪري.

## ❊سالڪ جي غذا ۽ خوراڪ❊

* ٿورو ڪائڻ لازم ڄاڻي، ڇاڪاڻ تہ طالب جيستائين نند ۽ ڪاڌي ڪائڻ مان آزاد نہ ٿيندو، تيستائين ان جي دماغ ۾ عشق جي بوءِ نہ پهچندي، ۽ هونئن بہ ان عادت مان اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ اجان منجهس حرص پريل آهي. ڪاڌو ڪائڻ ٻج پوکڻ مثل آهي، ۽ خيال ميوي مثل آهن.
* طالب کي گهرجي تہ شروع شروع ۾ اڌ ماني ۽ اڌ گلاس پاڻيءَ جو واپرائي ۽ پوءِ اڳتي هلي ٽيون حصو ۽ آخرڪار ٽن گرهن تائين انت ڪري پر سندس خوراڪ بنا سٽيپ ۽ مناڻ جي هجي.
* هر روز ظهر جي نماز کان سانجهيءَ تائين، ۽ پرهہ ڦٽي کان سج ايرڻ تائين ڪائڻ تہ نهيو پر پاڻي پيئڻ بہ پاڻ تي حرام ڄاڻي.

* جيڪڏهن طالب چلي ۾ ويهي ته خوراڪ تن گرهن مان ٻه گهٽ ڪري ڇڏي، انهن پهرن ۾ هڪ ڪارڪ تي روزو ڇوڙي، اها ڳالهه هن شرط سان مشروط آهي ته جيئن طالب پنهنجي هوش و حواسن ۾ قائم رهي ۽ فقط ذڪر فڪر ۾ مشغول رهي. ائين نه ٿئي جو بک وچان بيهوش ٿي وڃي ۽ سندس اصل مقصد به پورو نه ٿئي. ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن فقط بک وِگهي مرڻ سان ماڻهو واصل حق ٿين ها ۽ اَولياء سڏجن ها ته، ڏڪار وچان بک وِگهي سمورا مئل ماڻهو سچ پچ اولياء الله جي قَطار ۾ شمار ٿيندا رهن ها.

مطلب ته، طالب هر هڪ ڏينهن تي خوراڪ ۾ آهسته آهسته هڪ هڪ گرهه گهٽ ڪندو وڃي ۽ ڪجهه گهڙيون ذڪر ۾ مشغول رهندو ايندو ته ڪيس الله پاڪ جي ديدار جو شوق ۽ ساڻس محبت جي ڪري ذڪر جي ورزش مان گهڻو فائدو حاصل ٿيندو. ۽ ان ئي طريقي سان منجهس دل ۽ دماغ مان بک، اڃ ۽ ٻين شين جي محتاجي ۽ لذت گهٽبي ويندي، نه رڳو گهٽ ٿيندي بلڪ ڪوڙي محسوس ٿيندي، بک ۽ ڏک جي لذت ۾ روحاني مِناڻ محسوس ڪندو ويندو.

* دراصل عارفن جي خوراڪ ئي نور حق آهي ۽ اُهي عارف بالله، اُها هستي آهن جيڪي مهينن جا مهينا ۽

ورهين جا ورھ بنا کنهن کاڌ خوراڪ جي زنده رهي سگهن ٿا.

* انهن جي مقابلي ۾ ڪو نئون طالب هڪدم ڪائڻ، پيئڻ ڇڏيندو ته بک ۽ اڃ سبب ضعيف ٿي پوندو ۽ طلب کان عاجز يعني مجبور ٿي پوندو.

پر انجي باوجود طالب ڪي ايتري بک ۽ اُڃ جو عادي ٿي وڃڻ گهرجي جو سندس رڳن مان رت ڇڏائجي وڃي ۽ بدن واري ڪل بہ سُڪل نظر اچي.

## ٭راتين جو اوجاڳا ڪرڻ٭

* طالب ڪي ٿورڙو سمهڻ گهرجي، پنهنجي بستري ڪي نرم نہ رکي ۽ لباس بہ آرام ده نہ پائي، چاڪاڻ تہ متان سندس سٺي لباس ۽ نرم بستري جي ڪري ننڊ اچي وڃيس، ۽ پير ڏکها ڪري بہ نہ سمهي، پر جيڪڏهن ويني ويني ننڊ ڪري تہ ان ۾ ڪوبہ حرج ناهي، چاڪاڻ تہ ويني جي ننڊ ۾ اجايا خيال نہ ايندا آهن "رات جو گهٽي جاڳڻ ۽ ٿورڙي سمهڻ جي باري ۾ قرآن پاڪ جي سورة مزمل ۾ ارشاد آهي تہ: **قُمِ الَّيْلَ نِصْفَهُ اَوِنْقُصْ مِنْهُ قَلِيْلاًo اَوْزِدْ عَلَيْهِ.** يعني اڌ رات جو اٿو يا ان کان ڪجهہ گهٽ يا وڌ". (مترجم)

اهڙيءَ ريت هڪ حديث پاڪ ۾ آيو آهي تہ:-

**نيام عيني بل لا نائم قَلْبِيَ**

منهنجون اکيون تہ ننڊ ۾ هونديون آهن پر دل ڪي ننڊ نہ هوندي آهي، ”سيدنا غوث اعظم رحہ جن جو ارشاد آهي تہ **الخير فڪل الخير في اليقظه والشر فڪل الشر في النوم**.

يعني سموريون ڀلايون جاڳڻ ۾ آهن، ۽ سموريون خرابيون سمهڻ ۾ آهن.“ (مترجم)

اهڙي طالب جي ننڊ بہ جاڳڻ مثل آهي پر ان تي عمل نہ ڪرڻ واري طالب جو جاڳڻ ان جو، عين ننڊ آهي.

## گهٽ ڳالهائڻ

* طالب کي تورڙو ڳالهائڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ گهٽي ڳالهائڻ سان دل مُرده ٿي پوي ٿي. ”هڪ حديث پاڪ ۾ ارشاد آهي تہ: **مَن صمت نجا**. يعني جيڪو خاموش رهيو ان ڇڻ تہ فلاح حاصل ڪئي.“ (مترجم)
* طالب کي گهرجي تہ زماني سان گهڻو ميل جول نہ رکي ۽ ذڪر وقت پنهنجي ڪمري کي بہ روشن نہ رکي، بلڪ ڪمري ۾ اونده برقرار رکي، جنهن مان اهو محسوس ڪري تہ ڄڻ تہ ڪنهن اونداهي قبر ۾ مُردي وانگر موجود آهيان.
* طالب کي گهٽ ۾ گهٽ هڪ پيرو ئي سهي، پر چاليهو ضرور ڪڍڻ گهرجي، پر جيڪڏهن سندس دل چاهي تہ، بار بار چاليهو ڪڍي.

* طالب کي گهرجي تہ پنهنجي وطن کان ٻاهر ٿي، ڪنهن اهڙي ملڪ يا هنڌ تي هليو وڃي، جتي ڪوبہ واقف ڪار ۽ سڃاڻو نہ هجي، اُتي هيڪلائي اختيار ڪري، ڇاڪاڻ تہ واقفيت يا وطن واري ماحول ۾ عزيز، مٽ مائٽ ۽ دوست احباب وغيره ڪيس ڏٻرو ۽ هيڻو ڏسي وقت بوقت طبيعت پڇڻ ايندا ۽ جسم جي ظاهري حال کي ڏسي افسوس ڪندا ۽ کي اهڙا بہ هوندا جيڪي سندس اوليائي يا فقيري صفت ڏسي ڪري سندس تعريف ڪندا، جنهن سبب طالب جو نفس طاقتور ٿيندو ويندو ۽ ماڻهن جي زباني همدرديءَ جو طالب جي دل تي تمام گهڻو اثر پئجي سگهي ٿو، تنهنڪري طالب پنهنجن اهڙن مٽن مائٽن کي حق جي راهہ جو دشمن سمجهي. اهو ئي سبب آهي جو پنهنجي وطن يا پراڻي رهائش واري ماحول ۾ اڪيلائي زياده فائديمند نہ ٿيندي آهي.

اهل سلوڪ وارن چيو آهي تہ پير، مرشد يا مطلوب ڇوڏهين جي چنڊ برابر آهي. حضرت نوح ناخدا آهي. صحبت ان جي چيٽ جي بهار ڪندڙ عشق آهي، صحبت ماڻهن جي مثل اونداهي رات جي آهي،

جيڪا طوفان جيان روحانيت جو شوق ۽ محبت کي تباهہ و برباد ڪري ڇڏي ٿي.

## *نصيحت پيري ۽ شيخيءَ جي بيان جو*

طالب لاءِ ڪوهہ ۾ ڪرڻ ڪان، تلوار جو زخم ڪائڻ ڀلو آهي، بلڪ تلوار جو زخم ان لاءِ شفا آهي. ڇاڪاڻ تہ ڪوهہ مان رسيءَ جي مدد سان ٻاهر نڪري سگهجي ٿو پر جنهن بہ طالب جي مٿان پيري ۽ شيخي جو لقب پيو تہ ان ڪان حق جي طلب نہ ٿيندي اهو سڄي عمر رنجيل رهندو.

پيري ۽ شيخي جي اها شهرت، خارش ۽ ڪوڙهہ جي مرض مثل آهي، پهريائين ننڍو ٽبڪو يعني نشان ۽ پوءِ اهو ٽبڪو ساري وجود کي وڪوڙي ويندو.

## *احوال واسطي بند ڪرڻ دَم جي*

طالب کي گهرجي تہ دؤرران مشغولي، يعني ذڪر دوران هٿ ۾ تسبيح ڪٽي تہ جيئن ڳاڻاٽو ڪري سگهي. البتہ عاشقن کي تسبيح ڪٽڻ جي ضرورت نہ هوندي آهي. پر طالب لاءِ تسبيح ڪٽڻ ڇهبڪ مثل آهي، هرويرو بہ آزمائش لاءِ سندس هٿ ۾ هجي تہ بهتر آهي.

* پهرين ڏينهن ڪان ٻئي ڏينهن پساهہ زيادہ بند ڪري، هوريان هوريان ۽ آهستہ آهستہ انجو دؤرانيو وڌائيندو رهي.

* اهڙيءَ ريت ڏهہ پيرا معنيٰ سان ۽ ان کانپوءِ هڪ يا ٻہ تسبيحون هڪ پساهہ ۾ بند ڪري.
* جڏهن پساهہ بند ڪرڻ ڪان عاجز ٿئي يعني تڪجي پوي تہ هڪ جاءِ تان دم ڇڏي وري ترت بند ڪري.
* ڪيترائي ڏينهن اهڙي طرح ڪوشش ڪري تہ جيئن پساهہ مٿي ۾ ويهي يعني جاءِ ٺاهي وجي. ۽ اهڙي طرح سندس وات ۽ نڪ مان رت اچي وڃي، يعني ايتري سختيءَ سان ذڪر ڪرڻ گهرجي.
* طالب کي اَٺ ئي پهر ذڪر ۾ مشغول رهڻ گهرجي.
* جيڪڏهن ڪانئس اَٺ پهر نہ ٿي سگهي تہ ٽي سو تسبيحون پيشين يعني ظهر جي نماز ڪان ويندي سانجهيءَ جي نماز تائين ۽ اڌ رات ڪان سج ايرڻ تائين ذڪر ۾ مشغول رهي. ۽ ان شيءِ کي پنهنجي مٿان فرض ڄاڻي. ڇاڪاڻ تہ انهن ٻنهي وقتن تي دل جو کُلڻ ۽ نور جو نازل ٿيڻ ثابت آهي.
* جفا لاءِ صفا ۽ صفا لاءِ وفا ٿئي ٿي سواءِ انجي ڪوبہ ڀروسو نہ آهي. ان سلسلي ۾ مولانا روميؒ جن فرمايو آهي تہ:-

**من عجب دارم زجو يائي صفا * كہ دور دروقت صيقل از جفا**

يعني مونکي تعجب ان صفائي ڳولهيندڙ تي آهي جيڪو صفائيءَ جي وقت، جفا کان ٿهي ٿو.

هڪ عربي شاعر چيو اهي تہ:-

**الرياضة و بحرالعميق * اعمنس فيه لانه لا يفني**

يعني رياضت هڪ اونهون درياهہ آهي. طالب ان ۾ ٽٻي ڏئي آخرڪار فنا ڇو نہ ٿو ٿئي؟

هڪ روايت ۾ آهي تہ: انسان جو هڪ هڪ پساهہ نبيءَ جي مثل آهي ۽ اهڙي ريت جنهن رب جي يادگيريءَ کانسواءِ جيترا بہ پساهہ کنيا، ان ڄڻ تہ ايترن نبين کي قتل ڪيو.*

ياد رهي تہ:- هر انسان رات ڏينهن جي چوويهن ڪلاڪ دؤران 24 هزار پساهہ کڻي ٿو، پوءِ جنهن بہ ماڻهوءَ جيترا بہ پساهہ رب جي ذڪر کانسواءِ کنيا، ان ڄڻ تہ اوترا نبي شهيد ڪيا. ۽ قيامت جي ڏينهن ان کان انهن جو حساب ورتو ويندو.

اهوئي سبب آهي جو ماني کائڻ ۽ جماع جي دؤران بہ ذڪر جاري رکڻ ضروري قرار ڏنو ويو آهي. تہ جيئن انهن ٻنهي وقتن تي بہ طالب ذڪر کي ڇڏي کاڌي ۽ جماع جي لذت ۾ اجايو مصروف نہ رهجي وڃي.

ذڪر جي حوالي سان قرآن پاڪ ۾ ارشاد آهي ته:

**اَلاَ بِذِكْرِ اللّٰهِ تَطْمَئِنُّ الْقُلُوْب.**

يعني الله جي ذڪر سان ئي دلين ۾ اطمينان پيدا ٿئي ٿو.

هڪ ٻي روايت ۾ آهي ته:-

**لكل شيءٍ مصقلة القلب ذكر الله تعالىٰ**

يعني واسطي سڀ ڪنهن شيءِ جي صفائي آهي ۽ رب جو ذڪر "دل" کي صاف ڪري ٿو. ان سلسلي ۾ مولانا رومي رحه فرمائن ٿا ته:-

**هر ڪه صيقل بيش كرد اوبيش ديد * بشتر آند بربصورت پديد**

يعني جنهن ڪڙولو گهڻو لاهينو، ان گهڻو ڏٺو پوءِ گهرجي ته "ڪڙولو" گهڻو زور آڻي ان ظاهري صورت جي مٿان.

ڪڙولو تيوري کي چوندا آهن، جنهن سان بندوقن ۽ تلوارن جي ڪٽ لاهيندا آهن. هن مان مراد هي آهي ته جنهن به شخص مولا جو ذڪر گهڻو ڪيو تنهن ڄڻ ته پنهنجي قلب تان ڪٽ غير جو لاٿو ۽ ان جي دل بلڪل آئيني جيان صاف ٿي وئي.

# مقالو پيون

## *تاڪيد نماز ۽ روزي جي*

نماز پڙهڻ فرض آهي، ان لاءِ جو ٻانهو آهي ئي ٻانهپ لاءِ، سڄو ڏينهن ۽ رات يعني چوويهہ ڪلاڪ نفعي ۽ نقصان جي ڪاروبار ۾ مشغول آهي، پوءِ ڇو نہ عبادت ڪري. ٻانهي کي هميشہ ڪِنن ڪمن ۽ حرڪتن کان پاسو ڪرڻ گهرجي جيئن فرمان آهي تہ:-

**"حُبّ الدُّنيا راس کُلّ خَطِيۡئَة وترک الدنيا راس کل عبادة"**

"دنيا جي محبت هر گناهہ جو مغز آهي، ۽ دنيا جي محبت کي ترڪ ڪرڻ هر عبادت جو مغز آهي"

اهڙي ريت جيڪڏهن ڪو ماڻهو جهان ڪان تارڪ ۽ واندو پساهہ کان هجي يعني نشي جي محبت ۾ غرق هجي تہ ڪيس نماز جي ويجهو نہ وڃڻ جي اجازت آهي، جيئن قرآن پاڪ ۾ آهي تہ:

**"يَاۤ يُّهَاالَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا لاَ تَقۡرَبُوا الصَّلٰوۃَ وَاَنۡتُمۡ سُکٰرٰی حَتّٰی تَعۡلَمُوۡا مَا تَقُوۡلُوۡنَ"**

"يعني اي ايمان وارؤ! نماز جي ويجهو ئي نہ وڃو، جيستائين اوهان نشي جي حالت ۾ هجو ۽ اوهانکي اها ڄاڻ نہ پوي تہ اوهان ڇا چئي رهيا آهيو."

مثال:- جيڪڏهن ڪو شخص وقت جي حاڪم يا بادشاهہ ڏانهن وڃڻ چاهيندو تہ انجي محل يا درٻار ۾

دروازي مان داخل ٿيندو ڪا يت، ديوار ٽپي ڪونہ ويندو، پهريائين بادشاهہ ڏانهن، نياز جو پيغام موڪلي اندر داخل ٿيڻ جي اجازت گهري، پوءِ جيڪڏهن سبب رحم ۽ مهرباني بادشاهہ جي ٿي تہ پوءِ دربانن ۽ چوڪيدارن کان لنگهي روبرو ٿئي، ليڪن جيڪڏهن عاجزي پيغام جي نہ ٿو ڪري يا ڏيکاري تہ ملاقات نہ ٿي سگهندي، ساڳئي ريت، شريعت دروازو آهي ۽ نماز، نياز ۽ نوڙت جو پيغام آهي، سيڪو شخص انهي واٽ کان ئي وڃي سگهندو.

## نماز جا قسم

هڪ روايت ۾ آهي تہ نماز ٻن قسمن جي آهي:

**الصلوٰة لذعان صلٰوة، العلماء والفقهاء والذهلاء بالا قوال والافعال بلا وصال في عالم الملكوت وصلوٰة الانبياء والاولياء والخلفاء من القلوب عند الوصول في عالم الجبروت"**

يعني پهرين نماز، عالمن، فقيهن ۽ زاهدن جي آهي، جيڪي پنهنجي قول ۽ فعل سان نماز پڙهندا آهن، اهڙي قسم واري نماز "وصال" واري نماز آهي، ٻي نماز نبين، ولين ۽ خليفن جي آهي جيڪي عالم جبروت ۾ پنهنجي حضور قلب سان ادا ڪندا آهن.

هڪ ٻي حديث پاڪ ۾ آهي تہ:-

**”ان الله لاينظر اليٰ صورکم واموالکم ولکن ينظر اليٰ قلوبکم واعمالکم“**

يعني ”ان ڳالهہ ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ الله پاڪ؛ اوهانجي صورتن ۽ مالن تي نظر نہ ٿو رکي پر هو، اوهان جي دلين ۽ عملن کي ڏسندو آهي.“

هڪ ٻين هنڌ تي هي روايت آهي تہ:-

**”ان اولياء الله يصلون في القبور“**

يعني ”بيشڪ الله؛ جا ولي سڳورا پنهنجن قبرن ۾ نماز پڙهن ٿا.“

هن حديث پاڪ اهو معلوم ٿيو تہ جيڪي مرڻ کان اڳي مئا آهن، انهن جي جسم ۽ دل جو وڏو شان آهي، جيڪي پنهنجي قبرن ۾ نماز پڙهندا آهن. هڪ ٻي حديث ۾ هي الفاظ مبارڪ ارشاد ٿيل آهن.

**”لاصلوٰةً الا بحضور القلب“**

يعني ”نہ ٿي درست ٿئي نماز، مگر حضور قلب سان“ ساڳئي قسم جي حديث ٻئي هنڌ هنن لفظن سان ارشاد ٿيل آهي:-

**”لايقبل الصلوٰة الامن طريق القلب“**

يعني ”نہ ٿي قبول پوي ڪا نماز، مگر قلب جي طريقي واري“ مولانا رومي؛ ان شيءِ کي فارسي ۾ هن ريت بيان فرمايو آهي:-

زانکہ ترک تن بود اصل نماز * تر خویش فرزندان از نیاز

پس نکو گفت آں رسول خوش خوار * ذرہ عقلت بہ از صوم و صلوۃ

پس عرضہائے روزہ و نماز را * چونکہ لا یبقیٰ زمانیں انتقا

پنج وقت آمد نماز رہنموں * عاشقاں را شُد نماز دائموں

نیست زر غبًا وظیفہ ماہیاں * زانکہ جز دریا ندارد النس وجاں

* ان سبب ڇڏڻ وجود جو هجي، نماز جو نہ، ڇڏڻ عزيزن ۽ اولاد کي واسطي نياز بادشاهہ جي،

* پوءِ موچارو ڇيو ان کي، رسول مهربان ﷺ جنِ اهڙي ماڻهوءَ لاءِ فرمايو تہ ذرڙو عقل جو، سندس نماز ۽ روزي کان ڀلو آهي،

* ان کان پوءِ فرض آهي نماز ۽ روزو، ڇاڪاڻ تہ ناهي بقا ٻنهي زمانن کي،

* پنج وقت آيا نماز جا راهہ ڏيکاريندڙ، پر عاشقن لاءِ هميشه واري نماز آهي،

* ناهي منجهہ "زُرَغِبًا" وظيفو مڇين جو، ڇاڪاڻ تہ درياءِ کانسواءِ ورونهہ ساهہ جي نہ ٽيون رکن.

حضرت رومي رحہ پنهنجي انهن بيتن جي آخري بيت ۾ زرغبًا مان مراد اُها حديث ورتي آهي، جنهن ۾ رسول مهربان ﷺ حضرت ابو هريره رضي الله عنه سان مخاطب ٿيندي فرمايو تہ:

"قال النبي ﷺ يا ابي هريره زرغبا حتيٰ تَزْدَدْ حُبًا"

يعني "اي ابو هريره رضي الله عنه دير دير سان ملندا ڪريو تہ جيئن محبتن ۾ واڌارو ٿئي" مولانا رومي رحہ ان

حديث جي پس منظر ۾ اها ڳالهہ واضح ڪرڻ گهرن ٿا تہ جيڪڏهن ڪو شخص مڇي کي چوي تہ ڪڏهن ڪڏهن درياء ۾ داخل ٿي هميشه ان ۾ نہ گذار، تہ اهڙو شخص پاڻ نادان آهي، ڇاڪاڻ تہ مڇي جو جيئڻ ئي پاڻيءَ ۾ آهي.

عَليٰ هٰذا القياس، اهوئي حال حق پاڪ جي عاشق جو آهي، جيئن مڇي درياهہ جي وصال محبوب حقيقي ۾ مستغرق آهي، جيڪڏهن سچا عاشق بہ هڪ لمحو يعني اک ڇنڀ جيترو بہ پنهنجي رب جي ياد کان غافل ٿي پون تہ تڙپي پون ٿا ۽ هوئن بہ قرآن پاڪ ۾ آهي تہ:

**واذکر رّبک اذانسيتَ**

يعني جڏهن تون غافل ٿي وڃي تہ پنهنجي ربّ جو ذڪر ڪر.

اهڙن عاشقن جي نماز وقتي نہ بلڪ دائمي هوندي آهي، جڏهن تہ اهل ظاهر جو حجاب هستي جي هيٺ ڍڪيل آهي، درياء خود پرستيءَ جي ۾ ٻڏل آهي ۽ محويت مان بيزار آهي. نفس جي مرادن يعني اجايو خواهش ۾ گرفتار آهي. انهن لاءِ ئي اهي پنج وقت نماز جا مقرر آهن تہ جيئن ڪنهن بہ وقت بادشاهي سلام ڪان واندا نہ رهن ۽ هوئن بہ نماز تہ آهي ئي انجي يادگيريءَ لاءِ جيئن سورة طٰهٰ ۾ الله تعاليٰ پاڻ اهي الفاظ مبارڪ ڪم آندا آهن تہ:-

**”أَقِمِ الصَّلٰوٰةَ لِذِکْرِيْ“**

”نماز قائم ڪريو منهنجي يادگيري لاءِ“

# ٭روزي جو بيان٭

* طالب کي گهرجي تہ روزو اهڙو رکي جو وري نہ ڇوڙي جيئن حديث پاڪ ۾ آهي تہ:-

**”صوموعن روية مادون الله تعالیٰ وافطروا بروية الله تعالیٰ“**

يعني ”روزو رکو انهن شين سان جيکي اُن ذات پاڪ کانسواءِ آهن. ۽ ڇوڙيو الله جي ديدار سان“

* روزي جي حوالي سان اهو معلوم هجڻ گهرجي تہ روزي کي عربيءَ ۾ صوم چون ٿا، صوم لفظ جي معنيٰ آهي جهلڻ يا بند ڪرڻ.
* روزي جا ٻہ قسم آهن (1) ظاهري (2) باطني
* پهريون قسم اهل ظاهر لاءِ مقرر ڪيل آهي.
* ٻيو قسم اهل ولايت لاءِ مخصوص ڪيل آهي.
* اهل ظاهر جو روزو هي آهي تہ پنهنجي وات کي کائڻ پيئڻ کان بند رکي ۽ ٻين عضون کي، جن کان روزو ڀڄي ٿو انهن کان بند رکن ۽ مقرر وقت تي روزو ڇوڙين.
* ۽ عاشقن جو روزو الستي وحدت جي متوالن جو روزو آهي. ۽ اهو ذات پاڪ کانسواءِ ٻيو جيکي ڪجهہ بہ آهي، ان کان پنهنجي قلب کي جهليندا آهن ۽ غير الله کي روزي جو ڀڃيندڙ سمجهندا آهن، تن کان پنهنجي دل کي خالي رکندا آهن، ۽ اهڙيءَ ريت. محبوب جي مشاهدي سان روزو ڇوڙيندا آهن، محبوب جو مشاهدو ”عيد“ آهي ۽ عيد جي ڏينهن روزو رکڻ ناجائز آهي.

هي سڄو مذهب مؤلف عليہ الرحمة ارشاد نامہ جو آهي.

## *مقالو ٽيون*

## *چٽائي ٽن جسمن جي*

چٽائي ٽن جسمن حضرت آدمؑ جي ڪي، هندي فرمان ۾ گيتا جي اندر ٽي پون ۽ ٽي لوڪ چون.

جڏهن تہ خالص آسمان جا چار عناصر آهن.

خالص عناصرن جو خاڪ آهي.

خالص خاڪ اوپڙ ۽ خالص اوپڙن جو حيوان آهي.

۽ خالص حيوان ۽ انسان آهي.

خالص انسان ڪُل جو وجود حق تعاليٰ جو آهي، انهي مان معلوم ٿيو تہ گذريل زمانو، يعني ”ماضي“ هلندڙ يعني ”حال“ ۽ ايندڙ يعني ”مستقبل“ جيڪو ڪجهہ آهي، سومڙوئي ٽن نرين قد انسان ۾ پوشيده يا ڳجهو آهي.

سڀ ڪنهن انسان جا ٽي جسم اهي، پرنوڪي يعني نئون طالب، ٻن جسمن ڪان گم آهي هڪ ظاهري مثل مڪڻ جي جيڪو ڇڻ تہ ڪير جي وجود ۾ گم آهي ۽ نهايت پهتل ٻن جسمن، پهرين ڪان لنگهي منجهہ ٽئين جسم جو، مثل مڪڻ ٿيو رسي تو پر هي هر ٽيون جسم ڄاڻڻ ۽ ان ڪان مٿاهين مرتبي تائين پهچڻ نبين جو درجو آهي. هي مرتبو خاص طرح پيغمبر عليہ الصلوٰة والسلام رسول مهربان ﷺ جن ڪي حاصل ٿيو ۽ ٻيا اهي جيڪي ان جي پيروي ڪندڙ آهن، يعني جيڪي فنا في الرّسول ۽ فنا في الله ٿيا هوندا.

# ورهاڱو تن جسمن جو

1. جسم پهريون بشري:- جيڪو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. انهيءَ بشري صورت کي مختصر ۾ عالم صغير چون ٿا. هن کي چئن عناصرن جون چار پٽيون آهن (1) مٽي (2) پاڻي (3) هوا (4) باهه، اهي سموريون قدرت جي هٿ سان جوڙيل آهن.

**خاڪ**:- يعني مٽي انجو رنگ "ڳاڙهو" "سواد" مٺو ۾ سندس "گهر" "تري" اٿس. انجو دروازو...وات....ماني ۾ پاڻي دل مان ٿو ڪائي. ان ڪري مٺو ذائقو اٿس.... پساهه ٻارهن آڱريون دل کان ٻاهر ٿو ٿئي... نگهبان حضرت جبرائيل اٿس.

**پاڻي**:- يعني جل انجو رنگ ڳاڙهو اڇو... سواد لوڻانو، سندس گهر ڪن جي نزديڪ، اونداهو جگر...... دروازو اڪ آهي، پساهه سورهن آڱريون جسم کان ٻاهر...... نگهبان حضرت ميڪائيل عليہ السلام.

**هوا**:- يعني گگن انجو رنگ سائو.. سواد ڪٿو خراب.. گهر ڦڦڙ ۾ ڪُن جي نزديڪ ڏُن... دروازو نڪ... پساهه اَٺ آڱريون جسم کان ٻاهر ... نگهبان حضرت اسرافيل عليہ السلام اٿس.

**باهه**:- يعني تيج ان جو رنگ ڳاڙهو ڪارو..... سواد، ڪئوڙو ۾ سندس گهر، پتو... دروازو ڪَن. نگهبان حضرت عزرائيل عليہ السلام اٿس. پساهه چار آڱريون جسم کان ٻاهر.

## ✻ وصفون شهوت بوءِ، پيشاب ۽ هوا ✻

هي سڀ ان جسم ۾ پن عناصرن کان ظاهر ٿئي تو انجو رنگ اڇو، بي اعتبار..... سواد خراب، گهر نشان مثانہ..... دروازو آلت ۽ پائخاني جي جاءِ.... نگهبان عزازيل يعني شيطان ملعون آهي.

## ✻ وجود ملائڪ سڀڳورن جو ✻

ملائڪن جا 2 وجود آهن.

1. سفلي (هيٺيون)
2. علوي (مٿيون)

"سفلي" هن مڪان ۾ ۽ "علوي" ملڪي جسم ۾ رهي ٿو.

## ✻ تفصيل چوڏهن طبقن جو ✻

ست طبق آسمانن ۽ ست طبق زمين، بعضي ساڻ صفت آڱرين جي مٿي کان پيرن تائين چون.

## ✻ تفصيل ستن ستارن جو ✻

ست ستاره جيڪي ستن آسمانن ۾ ڦرن ٿا، هي آهن:-

1. سج يعني دِل 2. چنڊ يعني ڦڦڙ
3. مشتري يعني جگر 4. عطارد يعني دماغ
5. زهره يعني پتو 6. زُحل يعني ترِي
7. مريخ يعني گردَه

تفصيل تارن جو جيڪي سيرڪن ٿا.

اهي جملي ٻارهن برج هي آهن:-

1. حمل:- مٿي کان وٺي ڳچيءَ تائين

2. ثور:- جوزا:-سرطان:- ۽ اسد، اهي چارئي ٻه ٻانهون ڪلهن طرف ڳچيءَ تائين.

جڏهن ته ثور ۽ جوزا ٻنهي هٿن تائين، سرطان ۽ اسد ۽ سنبل، نڙيءَ کان وٺي وات معدي تائين.

3. ميزان: وات معدي کان وٺي دُن تائين.

4. عقرب:- دُن کان پائخاني جي جاءِ تائين.

5. قوس، جدي، دلو، ۽ هوت، اهي چارئي ٻن رانن کان ننهن تائين هر هڪ جيئن ته گوڏن جي مٿان قوس ۽ جَدي ۽ گوڏن جي هيٺين حصي کان پيرن جي تِري تائين دلو ۽ هوت.

نياڳ، سياڳ، چڱ ڀلائي ۽ بيماري، ذڪر ڪيل بُرجن جي قِرِڻ ۽ ستارن جي ڪري ٿيندي آهي.

## ❋تفصيل نَو لڪ ستارن جو❋

نو لڪ ستارا انساني مٿي جي وارن وانگر آهن، يعني جيئن ستاره اڻا آهن، ساڳئي ريت انسان جي وارن جي پاڙ ٻه اندر ۾ اڃي آهي.

آسمان چؤ طرف، جنهن ۾ تارا ڏسڻ سنو لڳندو آهي، پر انجي اندر ۾ ڪڪر، رطوبتون، اڪين وانگر جنهن ۾ گوشت ۽ چربي آهي.

جنهن وقت ڪڪر ڪي سيني طرفن کان يا هڪ طرف کان واءُ بند ڪجي ٿي، ان وقت واءُ جي بند

هجڻ سبب آواز ۽ گجگوڙ (گاج) چوڏهن ئي طبقن تائين پهچي ٿو ۽ انهي سبب جي ڪري ڪڪر هڪ ٻئي کان جدا ٿين ٿا. تہ وچان روشني تارن جي ٻاهر ٽپي اچي ٿي، ساڳئي ريت آنڌن ۾ ڳڙڪاٽ ۽ ٺهڪ سان کِلڻ ان گوڙ مثل آهي ۽ کِلڻ وقت ۽ کِلڻ جي ڪري ئي چمڪاٽ جدا ٿئي ٿي ۽ چپن کان نور روشن ٿئي ٿو. نور مثل وڄ جي آهي، صوفي حضرات، انسان جي حُسن کي وِڄ ڪري چوندا آهن، روئڻ کي مينهن ۽ پڳهر. ڪعبي صورت يعني الف. با. تا. ثا. ٽيهن حرفن جو ڏندن تي اهڙو سمورو اثر جنهن مان ڪيترائي ڪتاب تصنيف ٿين ٿا. جبل جا 3 سوسَٺ ٽڪرا ايئن سمجهو جيئن انسان جي جسم ۾ موجود 3 سوسٺ هڏا آهن. 3 سوسَٺ ٽڪرا زمين جا، جيڪي پاڻيءَ جي مٿان آهن، انهن مان ڪي آباد تہ ڪي غير آباد ۽ ڪلراٺا، انهن جو مثال انسان جي جسم ۾ موجود گوشت ۽ کل آهن. انسان جو چهرو آباد زمين جيان، جڏهن تہ انجو پويون پاسو غير آباد ۽ ڪلراٺي زمين جيان ويران آهي. انسان جا وار ”گاهہ“ وانگر آهن ۽ نَنهن جو مثال اهڙي حيوان وانگر آهي جيڪو ڦاڙيندڙ ۽ ايذاء ڏيندڙ آهي، 3 سوسَٺ نديون مٺي پاڻيءَ جون، جيڪي کاري درياء يعني سمنڊ ۾ پون ٿيون، مثل پيٽ ۽ گجيءَ جي آهن، ست طبق زمين جا جيڪي سمنڊ هيٺان، کاري پاڻيءَ جا آهن، اُهي مِثل ست عضوا آهن، مطلب تہ اهي سموريون خوبصورتيون جيڪي انسان توڙي گُل ٻوٽن ۾ آهن، اُهي چوڏهن طبقن وانگر انساني وجود ۾ موجود ۽ ثابت ٿيون، پر

هي انساني صورت ۾ موجود نيلو فري دل تي، جيڪا جگر ۾ پنهنجي طبعي روح سان قائم آهي. انکي هندو مذهب ۾ ناپ ڪنول ۽ مول چڪر چوندا آهن.

ناپ ڪنول جي باري ۾ ڪنهن عاشق چيا ته خوب چيو آهي ته:-

*ناپ ڪنول ڪان نام اُٿائين
ڪنٺ ڪنول ۾ ٻاٽي ٿاآهن*

**تفصيل دل نيلوفري (شڪل هيٺ لکيل آهي)**




**تفصيل نشان دل نيلوفري سان ڪٻين ۽ سڄين رڳن جي:-**

هن دل کان ٻه شريانون يعني رڳون باهر نڪتل آهن، هندو ڌرم ۾ انهن جو نالو "انگلا" ۽ "پنگلا" حڪيم ۽ اڪابر انهن کي "ماساريٿا" چوندا آهن، اهي ٻئي رڳو شهه رڳ ۾ جنهن کي هندو زبان ۾ "سڪمٽان" ۽ "نڪنار" چوندا آهن. عربي ۾ **"حبل الوريد"** جنهن جو ذڪر قران پاڪ جي سورة "قاف" جي هن آيت ۾ هن طرح ڪيو ويو آهي ته:

"نَحۡنُ اَقۡرَبُ اِلَيۡهِ مِنۡ حَبۡلِ الۡوَرِيۡد"

يعني مان انسان جي شهه رڳ کان به ڪيس وڌيڪ ويجهو آهيان. اهي رڳون اڳتي وڃي هڪ تيل آهن، ۽ سڪماڻ اجا اڳتي هلي ساري وجود ۾ جاري تيل آهي. سندس پڇاڙي يعني دنگ مڪان ٽِڪڻ يعني پيشاني تائين آهي.

## *انسان جي وجود جو تفصيل*

انساني وجود جو تفصيل سال جي ٻارهن مهينن وانگر آهي يعني مهينا دروازو آهن، جنهن مان ٽي بادي ٽي آتشي، ٽي، پاڻي، ٽي مٽي يعني خاڪ.

### ٽي بادي دروازا:

1. پوهه يعني سوراخ ڏائونڪ.
2. مانگهه يعني سوراخ سڄونڪ
3. ڦڳڻ يعني سوراخ سڄي اڪ جو.

### ٽي آتشي دورازه:

1. آڪاڙ يعني ٻئي چپ.
2. ساوڻ يعني ڪٻو ٻبو.
3. ٻدؤ يعني سڄو ٻبو

### ٽي مٽي يعني خاڪ وارا دراوزه:

1. اسو يعني دُن
2. ڪَتي يعني مرداڻه آلت وارو عضو
3. ناهري يعني پائخاني جي جاءِ.

اهي ٻارهن مهينا پورا ٿيا، جنهن کي حافظ شيرازيؒ تصوف واري اشاري سان هن ريت بيان فرمايو آهي:-

نگویمت کہ ہمہ سال مئی پرستی کن * سہ ماہ خورد و نو ماہ پارسا میباش۔

آءٌ نٿو چوان تہ سڄو سال شراب پيءُ. نکي ٽي مهينا شراب پيءُ ۽ نو مهينا پرهيزگار ٿيءُ.

يعني ٻہ سوراخ نڪ جا، ٽيون وات ۽ چپ، چوٿون ٻہ اکيون ۽ پنجون ٻہ ڪَن، ڇهون ٻہ ٻُبا، ڏُن کان وٺي آلت ۽ پائخاني جي جاءِ. انهيءَ سال جي ڦيري جا چار فصل آهن:-

1. بهار يعني ننڍپڻ
2. اونهارو يعني جواني

ٽيون ۽ چوٿون سرءُ ۽ سيارو يعني ٻڍاپڻ (پيري)

"قرآن پاڪ جي سورة الرّوم جي آيت نمبر 54 ۾ انساني وجود جي انهن موسمن کي هن ريت بيان فرمايو ويو آهي.

## *انساني حياتي جا چار فصل*

**اَللّٰهُ الَّذِيۡ خَلَقَكُمۡ مِّنۡ ضَعۡفٍ، ثُمَّ جَعَلَ مِنۡۢ بعد ضُعۡفٍ، قُوَّةً ثُمَّ جَعَلَ مِنۡۢ بعد قوّةٍ، ضُعۡفاً وَّ شيبًا.**

ترجمو:- الله اُها ذات آهي، جنهن هيٺائي واري حالت (ننڍپڻ) کان توهانجي پيدائش ڪئي ان کانپوءِ طاقتور (نوجوان) ڪيائين، جنهن کانپوءِ هيٺو ۽ پوڙهو ڪري ڇڏيائين،

نوٽ:- حضرت داتا پير سائين فضل الله شاهه قلندرؒ هن آيت مان ئي انساني وجود جي ڦيري کي چئن موسمن ۽ فصلن سان تشبيهه ڏيندي هيٺو مان مراد سرءُ ۽ پوڙهو مان مُراد سياري جي موسم ورتي آهي." **(مترجم)**

## تفصيل پئي جسم ملڪي جو

مَلڪي جنهن کي وڏو جهان چوندا آهن، ڇاڪاڻ ته جيڪي ڪجهه ننڍي يعني انساني جهان ۾ موجود آهي سڀ اُن وڏي جهان جو نقل ۽ ان جي موجودات مان ورتا ويا آهن.

**هن کي به چار عناصر ۽ چار پٽيون آهن:-**

1. ناسوت 2. ملڪوت 3. جبروت 4. لاهوت

ناسوت مان مراد حُسن ۽ حرڪت
ملڪوت مان مراد قوّت ۽ قدرت
جبروت مراد حياتي
لاهوت مان مراد روشني آهي.

**ست ستاره ۽ چوڏهن طبق جسم،** پهرين يعني بشري ۾ مڙئي مَلڪي ڪان آهن. ان کي ڏهه حُسن چون ٿا. 1. لذت 2. ڏسڻ 3. سنگهڻ 4. ٻُڌڻ 5. ڇُهڻ 6. گڏيل 7. خيال 8. خيال ۾ آڻڻ 9. ويچار 10. يادگيرو.

مگر جسم بشري فقط چئن عناصر جو جڙيل آهي. مثل چٽُ پت جو، يا تصوير مثل جاندار جي، يا مثل پاڇوليِ آهي، تپ سج آهي، جهان روشن تنهنجي، ۽ هي جسم تنهنجو پڻ مڙوئي پاڇولو، جان تنهنجي جو آهي. جسم مَلڪي، روشنائي ۽ چُرپُر روح حيواني ڪان آهي، روح حيواني ۽ دل صنوبري کي منجهه زبان هندن ۽ گيتا جي هرده ڪنول چون ان ۾ قائم آهي. سندس شڪل هي آهي ته، ٻه پُور سڄي پاسي جنهن کي مُلڪ رحماني ۽ ٻه پُور کٻي پاسي جنهن کي مُلڪ شيطاني چيو وڃي ٿو، مُنهن هن دل جو کٻي طرف آهي، ارادو حق جو، ٻنهي طرفن جي وچ ۾ ٿو ڦري.




جڏهن انسان سڄي پاسي رجوع ٿئي ٿو تہ سندس خيال ڪي سٺي نيت حاصل ٿئي ٿي ۽ جڏهن هو ڪبي طرف رجوع ٿئي ٿو تہ ڪيس شيطاني ۽ نفساني خطرا اڳيان اچن ٿا.

طالب ڪي گهُرجي تہ هڪ جي غلبي وقت، ٻنهي حالن ڪان واقف رهي، ۽ خبردار پڙ.

## "تشريح"

يعني جڏهن بہ ڪنهن طالب جي دل ۾ نيڪي جو ارادو پيدا ٿئي تہ ڪيس ان تي ثابت قدم رهڻ گهرجي، پر جڏهن بدي ۽ برائي جو خيال پيدا ٿئي تہ هڪدم ان کان توبہ ڪرڻ گهرجي.

۽ خبردار، دل صنوبري کي شريان ۽ نڪنار جي واٽ کان نور ٿو رسي ۽ دل صنوبري کان ساري جسم ۾ ٿو پکڙي ۽ هن رڳ جي پڇاڙي پڻ پيشاني ۾ آهي. ڪاڏو مئل پيٽ ۾ ڪائڻ ڪانپوءِ هضم ٿو ٿئي، ۽ روح حيواني انساني قوت واري صورت کي جيئرو ڪري ٿي ۽ روح حيواني کان غذا روح نفساني وغيره.

روح کي روح ٿو سڏي، ۽ پاڻي کي پاڻ ٿو ڪاهي.

## تفصيل جسم يعني ٽيون حقي:-

جسم ٽيون حقي آهي، هن ۾ ڪنهن صورت کي ماپڻ ناهي، مُنهن خلاصو نور حق جو آهي.

اڳيان ذڪر ڪيل ٻئي جسم هن نور حق جي ڪان قائم آهن.

❖ منجهہ بيان جسم حقي ۽ دل مدوري تہ الله تعاليٰ قرآن شريف ۾ نالو رکيو شيشو (روشن)

## *پاڻ سڳورا ﷺ نور آهن*

"حديث شريف ۾ واقع آهي تہ:-

**خلقت اَنَا مِنۡ نُوۡرِاللهِ و خلق الخلق من نوري**

مونکي الله جي نور مان پيدا ڪيو ويو ۽ مخلوق منهنجي نور مان پيدا ڪئي وئي آهي.

هڪ ٻئي هنڌ ارشاد آهي تہ **اول ماخلق الله نوري ومن نوري جميع الڪائنات**

ترجمو:- يعني مونکي الله جي نور مان پھريائين خلقيو ويو ۽ پوري ڪائنات منھنجي نور مان خلقي وئي آهي.“ (مترجم)

هن جسم جون چار پتيون اُهي آهن، جيڪي الله پاڪ جي چئن عنصرن ۽ چئن شين مان ٺي ورتل آهن.

1. **عيوض خاڪ جو نفس ڪُل**
2. **عيوض پاڻي (آب جو) عقل ڪُل**
3. **عيوض هوا جو روح پاڪ**
4. **عيوض باھہ جو عشق روشن ۽ زور.**

قائم آهي هن جسم ۾ مٽي دل مدوري ۽ روح نفساني جو، جنھن ڪي گيتا ۾ ازدهاڪنول ۽ دهم دوارا چون. شڪل دل مدوري جي هي آهي.

الف: هن دل مدوري ڪي مُنھ ۽ اک باطن ۾ آهي.

ب: پٺ ظاهر رکي ٿي.

ت: عقل دماغ ۾، ۽ حيا اک ۾ رکيل آهي.

ث: سمجھ ۽ ڄاڻ ڪن ۾ آهي.

ج: علم سيني ۾

چ: ذڪر صنوبري دل ۾.

هي دل مدوري، اک باطن واري پاسي ڪان رکي ٿي، هيءَ اک، نہ رڳو صورت ڏسڻ جي سگھ رکي ٿي، بلڪ ٻُڌڻ، ڄاڻڻ ڪان باخبر پڻ آهي.

اک احديت ۽ گولائي ميم محمدي ﷺ ڪي چون ٿا. هن ڪان اڳتي جيڪي ڪجھ بہ آهي، اهو سمجھڻ ۽ بيان ڪرڻ ڪان ٻاهر آهي.

حُڪم ٻن قسمن جا آهن:-

1. تشبيهہ 2. تنزيه

تشبيهہ هي آهي تہ سيني شُغل (ذڪر) ابتدا ڪان وٺي انتها تائين طالب ڪي چوٽو آهي.

طالب ڪي گهرجي تہ اڪيون پوري ۽ دم بند ڪري زبان جي چُهٽائي تارونءَ سان خيال ڪي دل ڏانهن متوجہ ڪري، پوءِ عمل جي شروعات ڪري.

معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌ جي خاندانن ۾ گهڻو ڪري ذاتي ذڪر ۽ انفاسي فڪر ڪان علاوه ٻيو ڪو بہ ذڪر نہ آهي.

ذڪر ذاتي، معنيٰ سان ئي ڪري، ڇاڪاڻ تہ اهو ذڪر ساهن جي نگهباني ڪري ٿو جنهن ڪي سلطاني ذڪر ڪري چوندا آهن.

ذڪر (شغل) شطاري ۽ ڪلمہ شهادت يعني نفي، اثبات (لَا اِلٰہ، الَا اللهُ) ٻن قسمن جو آهي.

1. ذڪر سري 2. خفي يا اخفاہ ۽ انڪي ذڪر اثباتي بہ چوندا آهن.

ذڪر روحي، صوفين جي خاندان ڪانسوءِ ڪنهن ٻئي هنڌ نہ ٿو ملِي، جيڪڏهن هوندو بہ تہ انهن ڪي ان ذڪر جي واٽ يا ورزش وغيره جي خبر نہ هوندي.

1. طالب کي گهرجي تہ جنهن رسم سان ذکر آيل آهي ان ئي طريقي سان مشغول (ذکر ۾ مصروف) ٿئي ۽ يا ٿي چلہ، جيستائين هيٺان ۽ مٿان، کٻي ۽سڄي، چرڻ پرڻ کان ڪک پن ۽ ٻهاري جي آواز وغيره کان بہ پاڻ کي بي پرواهہ رکي، مرشد جي صورت پاڪ، پهرين ڏينهن، نڪ کان مٿي يعني پيشاني واري جاءِ کي خيال ۾ پڪو ڪري، ۽ ائين سمجهي تہ اهو مُنهن (چهرو) منهنجو نہ بلڪ منهنجي مرشد پاڪ جو آهي، پوءِ نفي ۽ اثبات واري ذکر سان مشغول ٿئي. ۽ هي خيال پڻ ڪري تہ ٻڌندڙ، ڏسندڙ، ڄاڻندڙ، ۽ ڳالهائيندڙ الله پاڪ ئي آهي، بلڪ پڪ ڄاڻي تہ مرشد جي ذات ئي، اُها "ذات" آهي.

علم اليقين واري ڪيفيت ۾ طالب، پنهنجي چيلهہ، مٿو ۽ ٻيا سندرا ٻڌي اهڙي تہ جدوجهد ۽ جفا اختيار ڪري جو بک ۽ اُڃ سبب سندس ست ئي عضوا سُڪي وڃن ۽ دل نيلوفري ڪُلي پوي.

نيلوفري دل جي نشاني هي آهي تہ ڇهن ئي طرف روشنائي صورت، مرشد جي مَلڪي ٿيندي ۽ تفاوت ڏينهن رات جو، منجهہ عين اليقين طالب جي ختم ٿي وڃي. يعني باقي نہ رهي.

آواز **أنا الله** جو منجهہ دل، مٿي ۾ بي اختيار خود بہ خود اُٿي. هن حالت ۽ وقت ۾ عادتون طالب جون مَٽجي، مرشد جون ٿينديون، پوءِ ئي چئبو تہ طالب، مرشد ۾ فنا ٿيو، ۽ جبروت ۾ داخل ٿيو.

پوءِ ساڻ ”سري ذِڪر“ جي مشغول فرمائِن.

فڪر، هيِ وقت اٿپڻ، اڪين پنهنجي سان منجهہ سيني وقت نندُ ڪُل جي، خيالِ سان ثابت ڪري پاڻ ۾، يعني ڏسي، جنهن وقت ڄاڻوءَ صورت مَلڪي لڏي، انوقت ساڻ دل صنوبريِ جي توري الف ٿيو، بعد ۾ ذڪر خفي سان منجهہ ڳجهہ مشغول فرمائين، ۽ نشان رَسڻ جو ساڻ دل هي آهي تہ هو، جيڪي درجات هئا، ان مان ڪو بہ درجو منجهہ نظر سالڪ جي نہ رهي، بلڪل مڙوئي پيرن هيٺان ڪري ڇڏي يعني فراموش ڪري ڇڏي.

منجهہ درياهہ بي رنگي ۽ حقيقت تہ هزار شڪل ۽ هزار جهان ڳجها آهن، اُت وجي پوي، جنهن وقت دل صنوبري کُلي.

دل جي کُلڻ جي نشاني هي آهي تہ پساهہ متي ۾ چڙهي وڃي. ”هندو ڌرم ۾ انکي دهم دوارا چون تا.“

پنهنجو پاڻ ئي ويهڻ جي جاءِ ڪري، منجهہ قبض بي ايذاءَ ۽ تورو بسط نہ هوندو ۽ احتياج بند ڪرڻ دم جو چندان نہ ٿئي ۽ منجهہ اهڙي انتظار سان دل ٿئي.

خيال ۾ اهڙي طرح اچي تہ روشنائي جو پيدا ٿيڻ ۽ ايرڻ اونداهي آهي. انهيءَ سبب جي ڪري روبرو تو ڏسي، ڇالاءِ تہ اونداهي ۾ ويٺل آهي. ۽ نظر متي روشنائي تي پوي، نہ تہ روشنائي نہ تي ڏسي، تڏهن تہ پاڻ کي ڪين تو ڏسي، يعني جيڪو آهي انجي نظر ۾ نہ آهي. ذڪر ڪندڙ طالب کي گهرجي تہ

فقط اُن "ذات" ڏي نگاھ ڪري ته سڀ ڪجھ اھوئي آھي.

جڏھن سالڪ پوءِ "ھمه اوست" ٿيو ته تڏھن باقي ڪين رھيو، جنھن تي طالب خيال نه آڻي.

ھن جي ذات پڇاڻان عارف پھرين خيال "صفت" ۾ ھڻي، "صفت" کي يار فنا ڪيو، "ذات" کي تو اثبات ڪري. جيئن ھڪ حديث پاڪ ۾ آيو آھي ته:

**تفكروا في اٰياتي ولا تتفكروا في ذاتي**

ترجمو: فڪر ڪريو منھنجي نشانين ۾، ۽ خيال نه ڪريو منھنجي ذات ۾.

سواءِ انھيءَ حڪمت معرفت جي ھڪ قدم به نه ھلي سگھندو. جنھن وقت لاھوت ۾ داخل ٿئي ته ساڻ فڪر اخفيٰ يعني ڳجھ ۾ مشغول فرمائين.

طالب ان گھڙي عاشق ساڻ دل مدوري رسيو. انجي نشاني ھي آھي ته ھو حيرت ۽ عجائبات وارا منظر ڏسڻ لڳندو آھي. جيئن ڪک پاڻيءَ ۾، يا ڪنھن ھوا ۾ اڏامندو آھي.

سواءِ فڪر جي حيرت ۾ نه پئو، سمجھ ته ان وقت غيرت واري جھان ۾ داخل ٿيو آھين.

ھن بعد ساڻ ذڪر روحي، منجھ ڳجھ مشغول فرمائين، ھن منزل ۾ جھاد اڪبري عاشق کي اڳيان آھي. جيتوڻيڪ نفس ناطقه ھڪ آھي، ليڪن چار صفتون رکي ٿو، ھي چار صفتون ھيٺين نالن سان مشھور آھن:

## نفس ۽ ان جا قسم

1. امارهہ 2. لوامہ 3. ملهمہ 4. مطمئنہ

امارهہ: آتشي صورت ۽ عادت نابالغ ڇوڪري جي صفت ۾ هوندو آهي.

لوامہ: آبي صورت ۽ عادت ڪدڙي واري.

ملهمہ: بادي صورت ۽ عادت عورت واري رکي ٿو.

مطمئنہ: خاڪي صورت ۽ عادت پير مرد جي ۾ هوندو آهي.

اهڙي ريت نفس امارهہ جي جنگ وسيلي طالب "فنا في الشيخ" واري منزل کي پهچي ٿو. نفس ملهمہ ۽ مطمئنہ جي جنگ ذريعي لاهوت ۽ باهوت جي منزل تي پهچندو آهي.

۽ نفس جي آزمائش پنهنجو پاڻ کي فنا ڪري ڇڏڻ ۾ ئي آهي. ۽ ان تي گهڻي ذڪر ڪرڻ ذريعي فتح حاصل ڪري سگهجي ٿي.

اهڙن وقتن تي ٽن طرفن ڪان، ڪن ڪڀي ۽ ٻن طرفان ڪن سڄي، ڳجها آواز برابر ٿيندا رهندا.

انهي ڪيفيت دؤران پنهنجو سمورو ڌيان "روحي ذڪر" ۾ رکي، ايستائين جو سندس دل مدوري کُلي پوي.

دل جي ڪشادي ٿيڻ جي نشاني هي آهي تہ حق جي طرف ڪشش ۽ ڌيان بي اختيار وڌي ويندي. ۽ سمجهہ تہ هڪ ڪشش حق جي، ٻنهي جهانن جي عبادت کان ڀَلي آهي.

اهڙي وقت تي حق جي ڪشش کي حاصل ڪرڻ لاءِ مٿو نوڙائيڻ واري عمل کي تيز ڪيو وڃي.

چاڪان تہ ٻارجي جمڻ وقت مٿو هيٺ ۽ انجا پير مٿي هوندا آهن، بلڪل اهڙيءَ طرح اگر دل ذڪر ڪيل جي ٻاهر نڪرندو مٿو، جيڪو هيٺ هجي ۽ پير مٿي هوندا، ”هونئن بہ جڏهن انسان جي جسم ڪي غور سان ڏسبو تہ سندس ٻنهي پاسن کان پاڪ پيغمبر ﷺ جن جو ذاتي اسم (مُحَمَّد) نظر ايندو ۽ انساني مٿي کي ابتي ڪرڻ سان **الله** جو اسم نظر اچي ٿو جيئن هيٺين نقشي ۾ ظاهر آهي.

**انساني وجود ۾ الله ۽ محمّد ﷺ جو اسم**



هن نقشي کي غور سان ڏسڻ ڪانپوءِ هي سوال پيدا ٿئي ٿو ته الله پاڪ انسان جي جسم جي ڪهڙي حصي کي ڪيئن ساڙيندو، ڇاڪاڻ ته انسان جي مٽي ۾ پنهنجو نالو لکيائين جڏهن ته مٽي کان هيٺ واري ڏَڙَ جي ٻنهي پاسي کان پنهنجي محبوب حضرت محمد ﷺ جن جي ذاتي اسم مبارڪ سان ٻاٻر واري حفاظتي تصوير ڏني اٿائين، ته پوءِ ڇا هو پاڻ کي ساڙيندو يا **نعوذبالله** پنهنجي محبوب (مُحَمَّد) جي اسم سان ڍڪيل جسم؟؟؟؟؟" **(تشريح حضرت صاحبن ڪريمن پاران).**

چون ٿا ته سردار ڪائنات پاڪ پيغمبر ﷺ جن، پنهنجي والده ماجده جي اکين مان تولد ٿيا هئا.

اهو اشارو پڻ هن جيان ڄمڻ (ڄاپڻ) جي نشاني آهي. حديث ۾ آهي ته:

**"مَنۡ عرف نفسه بِا الفناء، فقد عرف ربهٗ بالبقاء،**

يعني جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو جيڪو فنا واري جهان جو آهي، انهيءَ ماڻهو ڄڻ ته پنهنجي پالڻهار کي سڃاتو، جو انکي ئي بقا حاصل آهي." (مترجم)

مطلب ته هن وقت ۾ سڃاڻن نفس ۽ پاڪائي خدا جي ۾، ۽ ٻئي قدرت ڄاڻڻ منجهه يقين سالڪ جي رهندو.

**همچنين جو پاءِ درگاه خدا * چون خدا آيد، شود جو ئنده لا**

اهڙي ريت جڏهن ڳولهيندڙ، خداجي درگاهه کي ڳولهي ٿو، ته خدا پاڻ وٽس اچي موجود ٿئي ٿو، ان ڳولهيندڙ لاءِ

## ❁فنا في الرسول جو مقام❁

طالب پاران انهيءَ منزل تائين پهچڻ کي **”حق اليقين“** جي منزل چيو ويندو آهي. جيڪو **”فنا في الرسول“** وارو مقام ۽ مرتبو پڻ آهي. هن حالت ۾ نه نفي، نه اثبات، نه ذڪر نه فڪر نه ڪشف نه ڪرامت، نه ڪفر نه ايمان، مطلب ته مڙيئي ويا.

حديث تي فرمائي ته: **اِذَا اَتَمَّ الْفَقْرَ فَهوَ الله وَاِذَااَتَم الْوَرَدَ، لَا وَرَدَ بَعْدَهَ، مَنَ يَقُوَلُ الله لَا يعرف الله، فَمَنَ يَعَرِفَ الله لاَ يَقُوَلُ الله.**

ترجمو:- يعني جڏهن پورو ٿيو فقر، ته پوءِ هو الله پاڪ آهي، جنهن وقت پورو ٿيو وظيفو ته، ناهي ڪو بيو وظيفو ان ڪانپوءِ، جيڪو شخص الله کي نه نو چوي الله، يعني نتو سڃاڻي الله کي، تحقيق اهوئي شخص الله کي سڃاڻي ٿو.

ڇالاءِ ته ذاڪر نه رهيو ته ذڪر ڪير ماڻهو ڪندو. مُوَتُوَا قَبَلَ اَنَ تَمُوَتوا: مرو مرڻ کان اڳ،

قرآن پاڪ جي سورة ص جي آيت نمبر 72 ۾ آهي ته **وَنَفَخَتُ فيه مِنَ رُوحيَ.**

ترجمو:- يعني ڦوڪيان مان ان ۾ پنهنجو روح ته **فقعُوَا لَهَ سٰجِدِيَنَ** پوءِ توهان ان جي آڏو سجدي ۾ ڪري پئجو.

ساڳئي آدم هيٺ عرش عظيم تي اچي صورت (مرشد جي) لڏائين.

حديث قدسي ۾ آيو آهي تہ

**خلقت آدم عَلٰی صورته وصفٰتي وافعالي واقوالي وَھٰذا سِرٌ عَظِيۡمٌ.**

يعني مون آدم کي خلقيو پنهنجي صورت، تي ۽ پنهنجي صفتن، قولن ۽ ڪمن جو مالڪ بڻايو ۽ هيءُ ڳجهو راز آهي.

قرآن پاڪ جي سورة بقره جي آيت نمبر 30 ۾ ارشاد ٿيو تہ **اِنِّيۡ جَاعِلٌ فِي الۡاَرۡضِ خَلِيۡفَةً**

”بيشڪ آءٌ زمين تي هڪ خليفو بنائڻ وارو آهيان“ (هي خليفو) هن مڪان ۾ اهڙو ٿيو جو وري نہ مرندو ايستائين جو قيامت قائم ٿئي.

حضرت روميؒ ان سلسلي تي هي بيت ارشاد فرمايو آهي.!!!

چيست معراج نيستي * عاشقاں رادين مذهب نيستي

يعني ڇا آهي معراج؟ هن جو نہ هئڻ عاشقن جو مذهب ۽ دين نيستي آهي.

هن مڪان ۾ معراج مسافرن جو ٿيو، منجهہ باهوت جي آيو، ڇاڪاڻ تہ هي درجو معشوق جو آهي.

مطلب تہ جڏهن درجو زور مٿاهون، اجا مٿاهون تہ حضرت آدم کي رسيو.

## *پاڻ سڳورن جو انا الحق جو نعرو*

هڪ حديث پاڪ ۾ فرمايائون تہ:

**اَنَا عرب بلا عيني وانا احمد بلاميمي**

ترجمو:- يعني آئون عرب آهيان سواءِ "عين" جي ۽ آئون احمد آهيان سواءِ "ميم" جي.

ائين چئي ڪري پاڻ ﷺ ذات حق جو تيو مڙني جهانن ۾ پنهنجو وجود، پنهنجي لاءِ پنهنجي ئي قدرت تي ڄاتائين.

هن مڪان تي چار چشمي نظر ڪان وئي،
ڇاڪاڻ ته شرط عاشقي هئي نه معشوقي، جُڳائي ته انهيءَ سبب، غير پنهنجو ڏسڻ ان جي ۾ ڪين ڪي رهيو.

## ❁الله جي رهڻ جي جاءِ❁

الله تعاليٰ عرش عظيم کي پنهنجي جاءِ قرار ڏيندي فرمائي ٿو ته:

**اَلرَّحْمٰنُ عَلَي الْعَرْشِ اسْتَوٰى.**

يعني رحمٰن جي رهڻ جي جاءِ عرشِ عظيم آهي، هاڻي سوچڻ جي ڳالهه صرف اها آهي ته اهو عرشِ عظيم آهي ڇا؟ ان لاءِ حديث پاڪ ۾ وضاحت ڪندي فرمايو ويو ته.

**قلب المؤمن عرش الله تعاليٰ**

يعني مؤمن جو قلب ئي الله جو عرش يعني انجو گهر آهي.

هڪ ٻي حديث ۾ هي الفاظ آيا آهن تہ:-

**لايسعني في ارضي ولا سمائي ويسعني في قلب عبدي**

يعني "آئون نہ تہ ماپان زمين ۽ آسمان ۾، پر ماپان تہ پنهنجي ٻانهي جي دل ۾."

حد، ان جي مؤمن ۽ حد انجي صوفي، ٻئي هڪ جاءِ آهن.

## *فنا في الله*

هو بي رنگ آهي، مڙئي رنگ پاڻ ۾ تہ ڏسي، اي طالب! هي عضوا ٻنهي جا جاڻ. هن جاءِ تي **"فنا في الله"** جي حد آهي، جتان موٽڻ آهي طرف شروع ٿيڻ جي. هن مڪان کان ۽ موٽڻ ڪري صاف صفا ٿيو.

۽ اهو پئي چيائين تہ **أنَا عبۡدُ هُوَ ربُّ** يعني آئون ٻانهون ۽ اهو ئي رب آهي. ائين چوڻ سان "هاهوت" جي منزل تي پهتو. هاهوت جي حد ۾ "ذڪر روحي" سان مشغول ٿئي، جيتوڻيڪ منجهہ ٻاهوت آيو تڏهن بہ عاشق ياد تي ڪيو، پر آواز يادگيري يعني ذڪر طرفان معشوق جي هو.

هن منزل ۾ نہ وچوڙو، نہ ڳانڍاپو، بلڪ ڪڏهن وچوڙو تہ ڪڏهن ڳانڍاپو، ڪڏهن آهي، ڪڏهن ناهي، ڪڏهن مٿي، ڪڏهن هيٺ، ڪڏهن سُست ڪڏهن چُست، نہ خوشي نہ عمر، هن جاءِ تي نفس ملهم کان واندو ٿيو ۽ مطمئنة باقي رهيو تخت تي بادشاهي ڪندو جو **سلطاناً نصيراً** ۽ **سلطانا محموداً** آهي. پهرين ڪي مسافر ۽ ٻئي ڪي مقيم چون.

طالب کي گهرجي تہ مقيم سان آشنا تي ۽ عبوديت ۽ ربوبيت واري صفت کان پڻ باخبر رهي.

حديث ۾ فرمان آهي تہ:- **لولاک لَمَا خلقت الافلاک** جيڪڏهن توکي پيدا نہ ڪريان تہ آسمان بہ پيدا نہ ڪريان ها. هڪ ٻي حديث جا هي الفاظ آهن تہ:-

**لولاک لما اظهرت الرّبوبية**

جيڪڏهن توکي ظاهر نہ ڪريان ها تہ پنهنجي روبيت بہ ظاهر نہ ڪيان ها.

هڪ ٽين جاءِ تي حديث پاڪ جا الفاظ هي آهن:-

**لي مَعَ اللهِ وَقتُ لا يسعني فيه ملکٌ مُقرب ولانبي مُرسَلٌ**

ترجمو:- جنهن وقت آءٌ الله سان گڏ هوندو آهيان ان وقت کو بہ ملائڪ مقرب، نبي يا کو پيغمبر نہ ٿو ماپي.

ان ئي حديث پاڪ کي مولانا رومي رحہ هن ريت بيان ڪيو آهي:-

**لِيَ مَعَ اللهِ وقت بود آندم مرا * لَايَسَعُ فِيۡهِ نَبِيُّ مُجۡتَبٰيٓ !!**

يعني انوقت مونکي لِيَ مَعَ اللهِ جو مقام حاصل هو، جنهن ۾ ڪنهن منتخب نبي جي بہ گنجائش نہ آهي.

هڪ چوٿين جاءِ تي حديث جا هي الفاظ آهن:-

**مَن رَّاٰني فَقَدۡ رايَ الۡحقّ**

يعني جنهن مونکي ڏٺو، ان ڄڻ تہ حق کي ڏٺو.

هڪ پنجين حديث ۾ هي ارشاد آهي تہ:-

**يا ليت ربّ محمّد لمايخلق محمّد**

ترجمو:- يعني "**ڪا صورت رب محمّدﷺ نہ خلقيو هو محمّد ڪي**". چيائين فرد لنگهڻ ڪيو مون اهڙي درياءِ ڪان جو، موجون انجون ماڻهو ڪائيندڙ آهن، نہ ٻيڙي نہ ملاح، منجهہ درياه عجب ڪم آهن.

آسانيءَ سان ڪو شخص هن حق ڪي نہ رسندو جيڪڏهن هزار سال پڻ هلندو رهي.

ليڪن پچاڙيءَ جو، نيٽ ٻانهپ اختيار ڪندو سندس حڪم سان، جو گهڻي چمڪاٽ نورڪاري ڏينهون ڏينهن گهٽ ٿيندو ۽ ڪي ڪين باقي رهندو.

اختيار ٻانهي جو برابر عين اختيار حق جو آهي.

ڪپي تہ ٻانهون ڏٺي ۾ محو ۽ بي خبر مثل ٻارجي رهي، جو خود پنهنجي اختيار ۾ ناهي.

حضرت روميؒ فرمائن ٿا تہ:-

*من غلام آنکہ،او درهر زمان * خويش را واصل نداند آنچناں۔*

!! ! يعني ٻانهو انجو ۽ هو سڀ ڪنهن منجهہ، هر وقت پنهنجو پاڻ ڪي واصل نہ ڄاڻي بلڪہ حق جو ڄاڻي.

اهڙي طرح آواز پنهنجو نہ ڄاڻي بلڪہ حق جو ڄاڻي ۽ نگاهہ پڻ هن شرط تہ پنبڻ اک جا نہ چنيي، پهريائين ڪيترا ڏينهن اکين مان پاڻي جاري ٿئي پوءِ اکيون خشڪ ٿينديون.

ڪڏهن ڪڏهن رات مهل منجهه ستارن ۽ چنڊ ۽ ڏينهن جو سج ايرڻ ۽ لهڻ وقت ڳاڙهاڻ ۾ نگاهه پڏي، صورت انجي يعني ان ڳاڙهاڻ جي دل ۾، ياد رکي، پهچي سگهي تہ مڙيئي شين ۾ نظر پڏي.

طالب تي فرض آهي تہ ويهي منجهه گاهه سائي، وڻ وسائي ۽ ان جي چُرپُر تي بہ نگاهه پڏي ڪٽي واصل هجي، ليڪن ان تي بہ لازم ۽ واجب آهي. مقصد تہ منجهه منزل "ملڪوت" پهريائين نور ڳاڙها، اڇا، ساوا ۽ جهان جنن جو اڪين ڪليل يا پوريل منجهه نظر طالب ۽ ان جي شهودن ۾ ايندو. بعض طالبن ڪي جهان جنن جو بعد ۾ ۽ نور شهود پهرين نظر ۾ ايندا.

ٻيو درجو وڄ تارا، چار چنڊ بعضي پنج چنڊ ۽ سج. ۽ وقتي سج ڏسندو، ان سج ڪي ويجهو ڪري، ايتري تائين جو متي ۽ پيشاني تائين آڻي. آسمان ڪان نفس تائين دل ۾ وجي، هن وقت ذرا ننڍڙا لطيف، طالب ڪي ڏسڻ ۾ ايندا، اصل ۾ انڪي "شهود ذاتي" چون، انوقت آواز سنهو منجهه دل ۽ متي ٻڌڻ ۾ اچن.

اَن دل جي آواز، جنهن ڪي هنڌڪي زبان ۾ اڪنڊ، ۽ آواز ڪي ڳگن چوندا آهن، بعد ۾ چار ملائڪ سجدو ڪندڙ، ويجها بارگاهه ڪبريا جا، نوراني آسمان ڪان هيٺ لهي اچي اندر ۾ سجده ڪن، انوقت ۾ آدم تيو. پوءِ "ذڪر نفي" جو ڇڏي فقط "امرسري" جو ساڻ معنيٰ يعني: **أَنَا الله** سان مشغول ٿئي.

شغل مراقبي الف جو، رات ۾ ڏينهن ساڻ ان رسم تي قائدو معلوم آهي، صورت بڏي، خيال جو ميل طرف دل صنوبري جي ڪري پوءِ ساڻ الف جي، سيني جي خيال ۾ هڪ الف ڏسي، تان جو سڄو هڪ الف تي وڃي.

جيئن فارسي جو هي شعر آهي تہ:-

تا همچوں الف نکردی از خویش * ایں نقاب تو نبر خیزد از پیش

يعني جيستائين پاڻ کي الف نہ ڪيو اٿئي تہ هي پردو نہ کڄندو.

پهريائين سيوئي منجهہ الف يعني پاڻ ۾ ڏسي، ذات ۾ صفات سڀ کي هڪ الف ڄاڻي.

جنهن وقت وجود طالب جو مثل الف ۾ ٻيو ڪُل جهان، اُن الف ۾ ماپي، مقصد پوري ٿيڻ تائين سندو هر هڪ خواب ۾ خيال مرشد اڳيان بيان ڪري، گهٽو وڌائي بہ نہ ڪري ناسوتي ٿيندي.

هن ڪيفيت ۾ صورت روحي لذائين ساڻ منجهہ جبروت پهتو ۾ روح منجهہ خواب.

ننڍ عارف جي منجهہ نفس ۾ آسمان کان سواءِ سير حقيقت ۾ معرفت نہ هوندو. پوءِ فقط "ذڪر سري" سان مراقبو دل جو ڪري، اهڙي طرح نقش ٻڪري جو ڏسي منجهہ مڪان، پيشاني مٿي دل مد وري جي گهٽن ڪي، مٿي دل صنوبري صورت اهڙي بڏي جو

فڪر مذڪور منجھ آواز بند ڪري دل ۾ ڪندو رهي، تان جو محو تي وڃي، ۽ ٿڙي ٿڙي ڪان آهستہ آهستہ جبروت جي درياءَ ۾ نشو زياده ٿئي، ڪڏهن هوش ۾ اچي، انهيءَ ۾ **سبحاني مااعظم شاني** آهي.

هن جاءِ يا منزل تي قيد ناسوت جي ڪان ڇٽو.

هن جاءِ اي مخاطب قيد ناسوت جي ڪان شهباز ٿئين تون سواءِ لاهوت جي اهڙي طرح مڙني اسم ذاتي سان معنيٰ فقط هڪ الف جي ٿئي، انهيءَ ڪانپوءِ دروازي ڪان اندر وڃي، روح پاڪ سان خاص ڪري پوءِ انهيءَ وقت ۾ وجود بشري جي پڃري ڪان ڀڳائين ۽ وجود ملڪي ورتائين، هن جاءِ ۾ نفس آهي، ۽ نفس ڪي واٽ اڪ جي جڳائي، چيائين تہ ان ڪي 10 حواس آهن.

پنج ظاهري قلب بشري ۾ ۽ پنج باطني ملڪي ۾

1. ٻڌڻ 2. سنگهڻ 3. ڏسڻ 4. چکڻ 5. ڇهڻ 6. گڏيل 7. خيال 8. صورت ٻيهارڻ (پڪي ڪرڻ) 9. لاڙو رکڻ 10. ياد رکڻ. هي سڄو حجاب تنهنجو آهي. سواءِ انهن ڏهن حواسن، اندرين ۽ ٻاهرين، انهن پنجن حواسن ظاهري ڪان بشري قلب ۾ تبديل ڪري جڏهن انهن پنجن حواسن باطني ۾ آيو. دل جي صورت طالب جي مشاهدا ڪرڻ سان محڪم قائم ٿئي. انهيءَ دل صنوبري ۾ ڏھ اکيون پيدا ٿيون.

هنن ڇئن اکين سان ٻہ ۽ سندس ٻہ صورت جون. فقط فڪر اثباتي ڪري الله **"مان"** آهيان ۽

مشغولي قرباني آهي، معنيٰ بنا ”سر“ جي مشغول ٿئي.
اهڙي نموني، جيئن مٿي ٻڌايل آهي فڪر سان، مٿو وڍيل نيزي تي پير رکيائين.
مقصد تہ انهي وقت ۾ گهڻا اسرار ۽ عجائب غرائب اڳي پوءِ موافق، هر شڪل کي هزار معنائون، هر معنيٰ کي هزار دعائون، پر انهي وقت دلي محبت سان چار اکيون هجن، توتي سڀ راز کلي پوندا.
ڪڏهن ڪڏهن سڄي جهان کي زمين جي مٿان بي سر ڏسندين ۽ پير آسمان جي مٿان وڃن.
هي منزل حقيقت جي احوالن جي آهي.
هن جاءِ ۾ صورت يار جي تفصيل وار.
”اها هن سڄي قسم ۾ ارشاد ٿيل آهي“، پڻ دل جي نظر ۾ ايندي، ڪشف ڪرامات پڻ اِهي ئي آهن، هنِ جاءِ يا منزل ۾ تورڙن ڏينهن کان پوءِ پنهنجوپاڻ ئي مٿو زمين تي ۽ پيرِ مٿي اچي وڃن، ۽ اڏامڻ لاهوت طرف ڪن، جيڪو انساني وجود ۾ **الله**ؐ ۽ **مُحَمَّد**ﷺ موجودگيءَ جي عملي تعبير آهي.
عشق ۾ اڏامڻ اهو آهي، منزل وڃڻ جي بنا سر آهي. دل ڪانسواءِ ڏسڻ انکي هن مقام ۾ ٿيندو ڇاڪاڻ جو، هي انهي جي جاءِ آهي، ڇاڻ تہ مٿو ان جو پيرن جي هيٺان آهي ۽ اهو لاهوت ۾ بادشاهہ هجي، ۽ ديدار نازڪ، ڪشف حورون قصورون، جنت ۽ نعمتن جو ۽ درّ ياقوت، درّ الماس ۽ ملائڪ وغيره جو. انهي نموني تي سالڪ کي غائبات ڏسڻ ۾ ايندا. جن جو بيان عبارت ۾ لکڻ يا اشارن سان ممڪن نہ آهي. اهو سڀ ڪجهہ ڏسڻ، اُتي پهچڻ سان ٻڌل آهي.

## قسم پهريون ارشاد ۽ اشارن جو

قسم پهريون ارشاد ۽ اشارن جو تفصيل سان لکيل آهي، چاڪاڻ ته باهوت ۽ هاهوت، انهن ٻنهي جو ارشاد ڪرڻ سان سالڪ تي هڪ ئي نموني ۾ ايندو. تفاوت هي آهي ته ارشاد، قسم پهريون سان گهڻي تڪليف ۽ مشڪل سان طالب جي نظر ۾ ايندو، پر جيڪڏهن مرشد جي حڪم موجب تڪليف برداشت ڪئي يا ڪري ته آخر توڙ تائين پهچي ويندو.

ارشاد قسم ٻئي جو طالب کي آسان آهي، بلڪ پهريائين انهي جو خيال خوشيءَ سان تو قبول ڪري، پر پڇاڙي ۾ گهڻي مدت ڪانپوءِ انتها کي پهچي ٿو، الله ڄاڻندڙ آهي، جنهن کي الله گهري ٿو، انکي تو ظاهر ڪري.

حڪم ڪندو آهي، جنهن شيءِ جو ارادو ڪندو آهي، ڪڏهن ڪڏهن هندو طالبن کي صورت مثل ننڍڙي ٻار جي ۽ مشاهدو جبروت ۾ تو اچي، انهن کي هندو ذرم ۾ صورت ڪان رام ايناسي ۽ جوتي سروپ جون.

# لفظ ۽ معنيٰ هندو ڌرم مطابق

| الفاظ | معنيٰ | الفاظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| ايمان | پرچو | رسول ڪريم جن کي | اوڌهور |
| نصيحت | پرپور | الله تعاليٰ کي | نرجن پورغفا |
| ذڪر | سپند | دماغ جو ڏورو | گگن منڊل |
| يقين | ويساهه | بهشت | سرڳ |
| عبادت | پوڄن | اندرون | پيتر |
| ڪتنب | پنت | شهود | جوت پرڪاش |
| عدم | اگم | آدم زاد | مانڪو جنم |
| ناسوت | راجا گرت | ساڌو | سنت |
| جبروت | سڪپتي | ڪلمو معنيٰ اثبات | ڪروٽ ڪلوٽ |
| باهوت | تريا | عشق | پريم |
| صورت مرشد ۽ نور کي | جوت | طمع | لوڀ |
| آدم صفي الله | مهاديو | ڪينو ۽ حرص | موهه |
| ٽن روحن کي | ٽي گڻ، تمو گڻ | موت | مرتيو |
| ٽن جسمن کي | ٽي پون ۽ ٽي لوڪ | زنا | ڪام |
| دل صنوبري | هرده ڪنول | تڪبر | ڪروڌ |
| آسمان | آڪاش | شڪايت | ندا |
| ملڪوت | سنپو | روح طبعي | رجوگڻ |
| لاهوت | سن | روح نفساني | ستوگڻ |
| هاهوت | ان سنسار ۽ خانہ منڊل | دل نيلو فري | ناب ڪنول، راسٽ |
| پيشاني | ٽڪڻ | دل مدوري | ڪنول ۽ مول چڪر |

| معنيٰ | الفاظ | معنيٰ | الفاظ |
| --- | --- | --- | --- |
| پنج تنت | چار عناصر ۽ پنجين | ڪوري پارتي | حوا |
| ماٽي تنت | خاڪي | جم دوت | جبرائيل |
| جل تنت | آبي | نبي مهر برودت | بالا پيشاني |
| تيج | آتشي | نرڳ | دوزخ |
| پون | بادي | انتر | باطن |
| هوا ۽ گگن | فوق دماغ | من | نفس |
| فقراء | اولياء | مهاجوت | نورباقي |
| | | اوتار | انبياء |

آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ هر پنج تنت مان
هر هڪ کي پنج برڪتون عضون جون آهن

**خاڪي:** يعني ماٽي تنت کي هي برڪتون آهن، کل، هڏا، ڏند، ننهن، گوشت ۽ ٻاهرين کل وجود واري.

**آبي:** يعني جل تنت کي هي برڪتون آهن، مغز، مني، پيشاب، بلغم، ٿڪ، سنگهه، ڳوڙها، پگهر ۽ بدن جي رت.

**آتشي:** يعني تيج تنت کي هي برڪتون آهن، بک، اُڃ، سستي، ننڊ ۽ آرام پهچائڻ ڪنهن کي.

**بادي:** يعني پون تنت کي هي برڪتون آهن، آواز، ڏڪڻ، وجڻ، اوڳرائڻ، نڇ، اوٻاسي، تڪبر، فضولي، ۽ بيهودگي.

هوا: يعني ڳگن تنت کي هي برکتون آهن، وچ جو خيال شهوت، پلائي، بخل، خوف، ڪاوڙ ۽ بچڙائي.

طلب کي جوت چون، جوت پهريائين کبي، پوءِ سڄي، پوءِ سامهون ڪان، ڪنهن وقت ٽنهي طرفن ڪان مثل بجلي جي ٽئي، سڀ شيءِ ۾ محيط (ڳڊيل) نظر اچي، انکي نشان واصل ٽيڻ جو چون.

بن رڳن شريانن کي حڪيم ۽ عالم ماساريٽا ۽ گيتا انگلا ۽ پنگلا چوي، شريان کي درپري سڪمنا ۽ نگنار دارومدار مشغولي هندن جي انهي دڳ تي آهي، دروازو پنٽ هڪ آهي.

۽ سڄي ذکر ۾ هڪڙو آهي اُهو واقف آهي.

**❁ پــوروٽيــو ❁**

## ڏکيا لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| الفاظ | معنيٰ |
|---|---|
| اويڙ | زمين مان جيڪو گاهه يا وڻ ڦٽي نڪرن |
| ٽڪڻ | پيشاني جي محفوظ جاءِ |
| ملڪي | فرشتن جي معصوميت واري حالت |
| مجامعت | جماع ڪرڻ |
| نوڪي | نئون طالب ٿيل |
| عناصر | جُزا |
| علوي | مٿاهون، اونچو |
| سفلي | گهٽ درجي وارو، هيٺاهون. |
| حديث قدسي | الله جو اهڙو فرمان جنهن کي پاڻ ڪريم ﷺ جي زبان ٻڌايو ويو هجي، ۽ سيني مسلڪن ۾ متفقه طور تي تسليم ٿيل هجي. |
| نيستي | وجود گم ڪرڻ |
| ناسوت | هن هستيءَ جي جهان کي جنهن ۾ رهون ٿا |
| ملڪوت | ملائڪن واري معصوم صفتن جو مقام يا درجو |
| جبروت | فنا في الرّسول واري منزل |
| هاهوت | فنا في الله جي منزل وارو مقام |
| لاهوت | بقابا الله جي منزل وارو مقام |
| عبوديت | ٻانهپ – بندگيءَ جو اظهار |
| ربوبيت | حاڪميت |

| معنيٰ | الفاظ |
|---|---|
| خاص رڳون ياشريانون | ماساريتا |
| هي جهان جنهن ۾ رهون ٿا | موجودات |
| گولائي | احديث |
| هڪ ٻئي سان ملندڙ جلندڙ ھہ شيون | تشبيھ |
| کولڻ يا اظهار ڪرڻ | اپٽڻ |
| ڪشادگي – وسعت | بسط |
| سڀ ڪجھہ هو پاڻ آهي. | همہ اُوست |
| ثابت ڪرڻ – مشاهدو ڪرڻ. | اثبات |
| ڳجهو ذڪر – خاص ذڪر | ذڪر اخفيٰ |
| اهڙو مادو، جيڪو اجاين خيالن، بُراين ۽ شهواني خيال پيدا ڪري ۽ گناهن تي اپاري. | نفس امارھ |
| اهڙو مادو، جيڪو بُرن خيالن، گناهن ڪان ملامت ڪري. | نفس لوامہ |
| هي نفس انسان کي سندس مقام ياد ڏياري ٿو. | نفس ملهمہ |
| هي نفس انسان جي مٿاهين مقام تي فائز آهي، جتي رب ۽ بندي جي وچ ۾ ڪو بہ راز يا پردو نہ رهندو آهي. | نفس مطمئنۃ |
| ڳالهائيندڙ نفس | نفس ناطقہ |
| اهي مشاهدا، جيڪي طالب پنهنجي مراقبي ۾ ڏسن ٿا. | شهود |
| حق جو طالب، جڏهن مرشد جي حڪم موجب خاص عبادت ڪندو آهي، ان حالت کي مراقبو چئبو آهي. | مراقبو |
| پاڻ سڳورن ﷺ جي ظاهري حڪمن ۽ قرآن پاڪ جي ظاهري طريقي کي | شريعت |

| الفاظ | معنيٰ |
|---|---|
| | شريعت چئبو آهي. |
| طريقت | جڏهن طالب حق جو، مرشد جي هٿ تي بيعت ڪري سندس طريقت ۾ داخل ٿئي ٿو. |
| حقيقت | جڏهن طالب حق جو مرشد جي ڏنل ذڪر ڪي ڪمائي حال جو صاحب ٿئي ٿو ۽ وجود وڃائي مرشد هادي جي صورت ثابت ڪري فنا في الرسول ٿئي ٿو. |
| معرفت | هن منزل تي طالب حق جو معرفت الاهي حاصل ڪري ٿو ۽ فنا في الله تي بقا بالله جي منزل ماڻي ٿو. |
| اعظم شاني | هي هڪ اشارو آهي، اصل لفظ آهي "**سبحاني مااعظم شاني**" جڏهن پنهنجي وقت جي ولي الله حضرت بايزيد بسطاميؒ مستي جي ڪيفيت ۾ آيا ته بي اختيار چيائون ته "پاڪ آهيان آءٌ، ڪيڏو نه وڏو شان آهي منهنجو". |
| غرائب | عجيب لقاء |
| ڪشف | اولياء الله جيڪا جاڳڻ جي حالت ۾ ڪنهن ڳالهه ڪي اڳواٽ محسوس ڪندي انجو تفصيل ظاهر ڪندا آهن ۽ پوءِ اُها ڳالهه بہ درست ثابت ٿيندي آهي، انکي ڪشف چوندا آهن. |

| معنيٰ | الفاظ |
|---|---|
| بهشت ۾ حورون قصورن، الله تبارڪ و تعاليٰ جي خاص مخلوق آهي، جيڪا سندس مؤمن ٻانهن کي انعام ۾ عطا ڪندو. | قصورون |
| خاص قسم جا هيرا، يا قوت ڳاڙهو موتي، الماس، خاص هيرو جيڪو شيشي کي ڪٽي ٿو. | ياقوت درالماس |
| اهي شيون جيڪي ظاهر جي نظرن کان غائب هجن، مگر انهن جو وجود تسليم ٿيل هجي. | غائبات |

# دعاءِ ختم

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَللّٰهُمَّ انْفَعْنَا وَرَفَعْنَا بِالْقُرْآنِ الْعَظِيْمِ وَعَهِدْنَا وَبَارِكْ لَنَا بِالْآيَاتِ وَالذِّكْرِ الْحَكِيْمِ وَ تَقَبَّلْ مِنَّا دُعَائَنَا يَا اَنْتَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ وَلاَ تُدَرِّبِيْ وُجُوْهَنَا يَا اَللهُ الْعَالَمِيْنَ وَيَا خَيْرَ النَّاصِرِيْنَ اَللّٰهُمَّ بِالْغَلِّ غُسْلِ ثَوَابِ مِثْلِ هَادِيَةِ الْخَتَمِ الْقِل مَعْمُوْرٍ نَتْلُوْ مُتَبَرِّكَةٍo 1. ثُمَّ اعْلٰى جناب حضرت سَرْوَرِ كائناتَ صاحبُ الْبُرَاقِ وَبَرَكَةٌ جَدِّ الْحَسَنِ والْحُسَيْنِ شَفِيْعُ الْمُذْ نَبِيْنَ حضرتَ محمّد صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَآله وَسَلَّمo.
2. ثُمَّ اعلىٰ جناب حضرت خَمْسِ الطَّيِّبِيْنَ الطَّاهِرِيْنَ وَالْخُلَفَاءِ الرَّاشِدِيْنَo 3. وَعَشْرَةُ الْمُبَشَّرِيْنَ وَلِجَمِيْعِ الصَّاحب رِضْوَانُ اللهِ تَعَالىٰ عَلَيْهِمْ اَجْمَعِيْنo 4. ثُمَّ اعلىٰ جناب حضرت قُطْبِ رَبَّانِيْ محبوب سُبْحَانِيْ هَيْكَلِ نُوْرَانِيْ مُعِيْنَ مُرِيْدَانِيْ مَالْجَاءِ بِيْكَسَانِيْ وَغَرِيْبَانِيْ حضرت ثَقَلَيْنِ قُطُبُ الْكَوْنَيْنِ مَحْبُوْبُ الْقِبْلَتَيْنِ حضرت ميران شاهِ مَهْدِيِّيْنَ شيخ عبدالقادر جيلاني گيلاني رحمة الله عليه تعالىٰ اَجْمَعِيْنَ. ثُمَّ اعلىٰ جناب حضرت كاملُ الزَّمانَ هاديَ الدَّوْرانَ خَلِيْفَةُ الرَّحْمٰنِ حضرت مُكَمَّلِ اَوْلِيَاءَ اَكْمَلِ رَهْبَر راهِ رَسُوْلُ اللهِ شَهِيْدِ فِيْ سَبِيْلِ اللهِ حضرت جناب مرشد سائين شاهِ عنايت الله سَرتاج صوفيان رحمة الله عليه تعالىٰ عَلَيْهِمْ اَجْمَعِيْنَo 5. ثُمَّ اَعْلىٰ جناب، قُطْبُ التَّارِكِيْنَ مَحْبُوْبُ الْعَارِفِيْنَ بَرْ گُزِيْدَه سَالِكِيْنَ سائين فضل الله شاهِ رحمة الله عليه تعالىٰ عَلَيْهِم اَجْمَعِيْنَo 6. اَللّٰهُمَّ اغْفِرْ لِلْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنَاتِ وَالْمُسْلِمِيْنَ وَالْمُسْلِمات رَبَّنَا رَبنَّا يا مَوْلاَنَا اِنَّكَ قَرِيْبُ مُجِيْبُ الدَّعْوات وَيَا قاضِيَ الْحَاجَاتِ وَيَا كافِيَ الْمُهِمَّاتِ وَيَا عالم سرور كائناتِ فِي الدَّارَيْنِ اَجْمَعِيْنِ آمين بِرَحْمَتِكَ يا اَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَo.

نوٽ:

**ڏهاڙن ۽ ساليانہ ميلي جي موقعي تي درگاهہ پاڪ تي گهري ويندڙ قديمي دعا**

Message by:-

# Hazrat Sahib Karim

*If you walk the guided*
*by humans, you will find*
*a hopeless end...*

*But if you walk*
*the way guided by, Allah Taala,*
*you will the endless hope.*

Layout & Graphics **S&S** Composers Larkana - 4045325